# قلندر نامو

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي



ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

كتاب جو نالو: قلندر نامو (سنڌي)
مصنف جو نالو: حڪيم فتح محمد سيوهاڻي
سهيڙيندڙ: پروفيسر محبوب علي چنا سيوهاڻي
ڇاپو پهريون: ليٿو 1904ع
ڇاپو ٻيو: جولاءِ 1972ع
ڇاپو ٽيون: جولاءِ 2012ع
لي آئوٽ: فهيم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي
ڇپائيندڙ: عبدالعزيز عقيلي، سيڪريٽري ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

قيمت: -/100 روپيا

ملڻ جو هنڌ:
ثقافت کاتو ڪتاب گهر
سامهون ايم.پي.اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،
ڪراچي- 74400، سنڌ.
فون: 021-99206073

# فهرست

# پبلشر نوٽ

ثقافت کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو جي ذاتي دلچسپيءَ ڪري پوين چئن سالن کان ثقافت کاتو قلندر لعل شهباز جي عرس مبارڪ جي موقعي تي ملڪي سطح جي ڪانفرنس ڪرائيندو آيو آهي. هن کان اڳ ضلعي انتظاميہ کي ادبي ڪانفرنس وغيره لاءِ گرانٽ ڏني ويندي هئي، جيڪا ايامن کان ان سلسلي کي قائم رکندي پئي آئي. اهڙيءَ ريت پهريون ڀيرو قلندر لعل شهباز جي زندگي، فڪر ۽ فلسفي تي ڪتاب ڇپائڻ جو سلسلو پڻ شروع ڪيو ويو آهي. قلندر لعل شهباز جي تعليمات تي تحقيق ۽ ان جي ڦهلاءَ جي تمام گهڻي ضرورت آهي، ڇو تہ سندس تعليمات ۾ عالمي ڀائپي ۽ انسان دوستيءَ جو درس ملي ٿو. هن دؤر ۾ جڏهن دهشتگردي، تشدد، انسان دشمني ۽ بدامني چوٽ چڙهي چُڪي آهي ۽ نسل پرستي، فرقي واريت وڻ ويڙهيءَ وانگر ڦلهجي رهي آهي؛ اهڙين حالتن ۾ انسان دوست بزرگن جي پيغام کي ڦهلائڻ ۽ سمجهائڻ جي ضرورت تهائين وڌي وئي آهي. ثقافت کاتو حڪومت سنڌ ان ضرورت جي پورائيءَ لاءِ هر لحاظ کان ڪوششون ڪري رهيو آهي.

هي ڪتاب "قلندر نامو" ناميارِي عالم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت لعل شهباز قلندر جي ولادت ۽ ولايت جو تذڪرو توڙي جو اختصار سان بيان ڪيل آهي، ان هوندي بہ ان جو آسان پيرايو ۽ بنيادي معلومات جي هوند ان ڪتاب جي اهميت کي بيحد وڌائي ڇڏيو آهي. اهوئي سبب آهي جو سنڌي ٻوليءَ ۾ قلندر

شهباز جي حياتيءَ تي جيڪي بہ ڪتاب موجود آهن، انهن ۾ هن ڪتاب کي اساسي حيثيت مليل آهي.

محترمہ سسئي پليجو صاحبہ پنهنجي وزارت جي شروعات کان ئي گهڻي دلچسپيءَ سان ڪتابن جي اشاعت ۾ رهنمائي ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ اسان 142 ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪري نہ صرف سنڌي ادب جي خزاني ۾ واڌارو ڪيو پر کاتي جي چاليهن سالن جو رڪارڊ صرف ڇهن سالن ۾ پورو ڪيو. انهيءَ شاندار ڪارڪردگيءَ تي محترمہ سسئي پليجو صاحبہ جَسَ لهڻي. ايڊيشنل سيڪريٽري سيد اشفاق حسين موسويءَ ۽ ڊائريڪٽر جنرل ڪلچر رفيق احمد برڙو بہ اشاعتي سلسلي ۾ پنهنجي ڪوشش جو حصو ونڊيو ۽ لعل شهباز جي ڇپجندڙ ڪتابن بابت مختلف مرحلن تي اسان جي مدد ڪئي، جنهن لاءِ اُهي جس لهڻن.

عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

18 جون 2012ع

# مهاڳ

بسم الله الرحمٰن الرحيم

وڏي خوشيءَ جو عالم آهي، جو 'قلندر شهباز اڪيڊمي' جي هيءَ ٽين اشاعت جلد بازارِ ادب ۾ اچي رهي آهي. ٻين اشاعت مرحوم ضياءُ الدين بلبل جو انگريزيءَ ۾ ڪتابچو 'ضياءُ الشهباز' آهي، جو شايع ٿي چڪو آهي ۽ انگريزي خواندگان لاءِ مفيد ثابت ٿيندو. هن ڪتابچو جا اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ به ترجما ٿيندا، جيئن حضرت قلندر لعل شهباز جا سڀ شيدائي بيڪ وقت فائدو وٺي سگهن.

حضرت قلندر لعل شهباز رحہ جن سنڌ جا ولي ته آهن، پر سندن روحاني تصرف جو دائرو ايترو ته وسيع آهي، جو سندن فيض جو اثر اولهه پاڪستان جي پرڳڻن ڪانسواءِ ايران، افغانستان ۽ هندوستان تائين وڃي پهچي ٿو. ان ڪري اسان جو خيال آهي ته اڪيڊمي طرفان جي به ڪتاب شايع ٿين، سي مذڪور ٽنهي زبانن تي مشتمل هجن.

مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو نام نامي تعارف جو محتاج نه آهي. هڪ طرف هو صاحب سياست ۾ سرس هو ته ٻئي طرف قلم جو شهسوار هو. سندس ڪيئي ڪتاب تفسير، تاريخ، تصوف ادب ۽ شاعريءَ ۾ مشهور آهن ۽ انهن مان ڪيترا اڻڇپيل نايات آهن. انهن نادر نسخن مان موجوده ڪتاب 'مخزن تذڪره لعل شهباز' عرف 'قلندر نامو سنڌي' به آهي، جو مرحوم مولوي صاحب 1322هہ بمطابق 1904ع ۾ لکي

پورو ڪيو ۽ هن کي منشي پوڪرداس تاجر ڪتب شڪارپور شايع ڪرايو. غنيمت آهي تہ اهڙو جهونو ڪتاب 70 سالن بعد عزيزم پروفيسر محبوب علي سيوهاڻي جي بي لوث ڪوشش سان وري نئين روپ ۾ صفحہء طباعت تي اچي رهيو آهي. شال پروفيسر چنا صاحب جون ڪوششون ان ڏس ۾ اجايون بہ وڌيڪ بارآور ٿين. آمين.

23۔ ربيع الاول 1392هہ
8۔5۔1972ع

سيد قطب علي شاهہ حسيني
چيف ائڊمنسٽريٽر اوقاف سنڌ
حيدرآباد. سنڌ.

# ٻه اکر

خالق حقيقيءَ جا ڪروڙين ڪرم، جو بندي کي باوجوديڪ ڪامل عدم الفرصت جي، ايتري فراغت ۽ استطاعت ڏنائين، جو پنهنجي وطني بزرگ جو هڪ اڻ لڀ ڪتاب وري شايع ڪرايائين. خوشيءَ تي خوشي اها تہ هي ڪتاب مستطاب اسان جي روح روان، روحاني مرشد، ڳوناٽي ڀهڳڻ ۾ سيوهاڻي سردار حضرت بابرڪت سيد عثمان قلندر لعل شهباز بلند پرواز بابت هو.

قلندر لعل شهباز اڪيڊميءَ جي پهرين ميٽنگ 10 جنوري 1972ع ۾ منعقد ٿي. مان پنهنجي ڪتبخاني مان پنهنجي وطني بزرگ مرحوم و مغفور حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي معروف پر ناياب تصنيف 'مخزن تذڪره لعل شهباز رحہ' عرف 'قلندرنامو سنڌي' ڪڍي ويس. اها بوسيده ڪاپي سيني ساٿين جي سامهون پيش ڪيم ۽ انهن کي ذهن نشين ڪرايم تہ هي 'مخزن' واقعي تذڪره حضرت لعل شهباز رحہ جي قديمي ماخذن مان آهي. محترم مولانا پروفيسر غلام مصطفيٰ قاسميءَ منهنجي بيان جي توثيق ڪئي ۽ چيئرمين صاحب بمع سيني ميمبرن ان نادر ڪتاب جي اشاعت جي منظوري ڏني. مان ان بعد قلندر واري ڪم کي جنبي ويس. بفضل باري تعاليٰ بوسيده نسخي کي اتارائي، پريس کي ڏنم. ڪاغذ جي اٽاٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪراچي حيدرآباد جي ڪاغذي بازارين جا چڪر ڪاٽڻا پيا. جن همدردن ان ڏس ۾ منهنجو هٿ ونڊايو، انهن جو مان دلي طرح ٿورائتو آهيان.

چاهيم تہ مرحوم مولوي صاحب جي 'ميراث' کي بہ ان قربائتي ڪم

جي ڪوٽ ڏيان. ان سلسلي ۾ مون مولوي صاحب مرحوم جي فرزند ارجمند محمد محسن صاحب عباسي ۽ سندن شاگرد رشيد محترم عبدالله عبدالواسع شيخ 'عبد' جن کي به تڪليف ڏني. محسن صاحب کان نادر فوٽن ملڻ جي توقع آهي ۽ شيخ صاحب ته پنهنجي قلم رنگين رقم جو هڪ قابلِ قدر رشحه عنايت ڪيو جو منهنجي 'بن اکرن' بعد اکر به اکر سندن رقعه عاليه سوڌو شايع ٿيل آهي. مان ٻنهي صاحبن جو قلندر لعل شهباز اڪيڊمي طرفان مرهون منت آهيان. شال منو سولا کين جوپ ۽ جوڙ رکي جيئن ادبي ۽ ثقافتي مصروفيات ۾ سرگرم حصو وٺندا رهن. آمين.

اڪيڊمي طرفان هي فيصلو ڪيو ويو آهي ته هن ڪتاب جو خصوصي طرح اردو ۾ ترجمو ڪيو وڃي. انشاء الله هي به ڪم جلد هٿ ۾ کڻبو.

جلد جي بلاڪ جي سلسلي ۾ محڪمه اطلاعات سنڌ چڱو ساٿ ڏنو. ادي ڪريم بخش خالد خصوصي نظر ڪئي. سندس ذاتيءَ طور ۽ سندس محڪمي جو قلندر شهباز اڪيڊمي طرفان بندو شڪريو بجا آڻي ٿو. مون کي اميد آهي ته هي کاتو اسانجي خبرگيري ڪندو رهندو.

آخر ۾ مان پنهنجي اڪيڊميءَ جي سرواڻ سيد قطب علي شاهه حسينيءَ کي ڪيئن وساريان جو اسان جي موجوده مهم جو مهمير آهي ۽ هن جي همت افزائي نه هجي ها ته شايد بندو ايتري شتابيءَ سان ڪم نه ڪري سگهي ها! شال رب سائين موجوده عهدي تي تادير سراخواز ڪرين جيئن سنڌ جي روحاني پيشوائن جي اجا به تندهيءَ سان خدمت ڪري سگهن. آمين.

5_9_72ع 24 ربيع الاول 1392هه

اعزازي سيڪريٽري

قلندر لعل شهباز اڪيڊمي

حيدرآباد، سنڌ.

والسلام

**نياز ڪيش محبوب علي چنا سيوهاڻي،**

پرنسپال گورنمينٽ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج

ڪراچي، سنڌ.

محترمي چنا صاحب!
السلام عليڪم

اوهان جو خليفو مضمون ونڻ لاءِ وري نہ آيو. اوچتو مون کي اوهان جو هڪ شاگرد هٿ اچي ويو. انهيءَ کي درخواست ڪيم تہ اوهان تائين هي مضمون پهچائي. خبر نہ آهي تہ اجا بہ درد جي هي دانهن اوهان تائين پهچي سگهندي يا نہ.

درد وارن جي دانهن ڪيئن پڌندين
تو جا ڪيوان تي جاءِ جوڙائي

اوهان پڌايو هو تہ مسودو اوهان پريس ۾ موڪلي ڏنو آهي ۽ ڪي صفحا ڇپجي بہ ويا آهن. انهي ڪري هاڻي هن مضمون جي اوهان کي ڪيتري ضرورت آهي، انهي بابت مون کي وڌيڪ خبر نہ آهي. بهرصورت جيڪڏهن مضمون کي اوهين پنهنجي ڪتاب لاءِ مفيد سمجهو تہ بيشڪ ڪتاب ۾ شامل ڪريو ۽ جيڪڏهن ضرورت نہ هجي تہ مهرباني ڪري موٽائي مون ڏانهن موڪليو. ”گر خريدني نيست بزن برسر من.“ آئون رڳو ايترو عرض ڪندس تہ مضمون جيئن آهي تيئن شامل ڪيو وڃي ۽ انهي ۾ ڪا قطع بريد نہ ٿئي. هي ڳالهہ بہ خيال ۾ هجيو تہ مون وٽ هن مضمون جو نقل رکيل نہ آهي.

14 مارچ 1972ع

نيازمند ۽ مريد مخلص
شيخ عبدالله ”عبد“

شيخ عبدالله عبدالواسع "عبد"

# حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

سيوهڻ سنڌ ڪي ڇا نہ ڏنو آهي؟ سيوهڻ سنڌ کي سڀ ڪي ڏنو آهي. يگانا حڪيم، ممتاز عالم، بي بدل شاعر ۽ سڀ کان وڏيڪ ۽ سڀ کان مٿي قلندر لعل شهباز. تاريخ ۽ تحقيق جي پارکن جو فرض آهي تہ سيوهڻ جي انهن عظيم عالمن ۽ اديبن بابت پڻ کوجنا ڪن ۽ علم ۽ حڪمت، تصوف ۽ مذهب جي انهن جا خدمت ڪئي آهي، تنهن جا پورا ثبوت مهيا ڪري، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ بيش بها اضافا ڪن.
پر سيوهڻ هن پوئين دور ۾ بہ سنڌ کي حڪيم فتح محمد ڏنو. جو ٽنهي صفتن جو جامع هو. هو يگانو حڪيم هو تہ باوقار عالم بہ هو ۽ بي مثل شاعر بہ. اهي ٽيئي فن کيس موروثي طرح مليا هئا. هو فارسي ۽ عربي تي هڪجهڙي قدرت رکندو هو ۽ رواني سان انهن ۾ گفتگو ڪري سگهندو هو. فارسيءَ ۾ نهايت عمدو ۽ پختو شعر بہ چيو اٿس.
پورو پنو قد، بت ۾ پريل، گول چهرو مختصر پر نهندڙ ڏاڙهي، اهو هو حڪيم فتح محمد سيوهاڻي. هو خوش پوشاڪ ۽ خوش اخلاق ماڻهو هو ۽ آئي وئي جي مرحبا هميشہ مشڪندڙ چهري سان ڪندو هو. وٽس جيڪو لنگهي ايندو هو تنهن سان اهڙي طرح گفتگو ڪندو هو جڻ انهيءَ سان سندس پراڻي آشنائي هئي. اجنبي ماڻهو بہ ساڻس ملڻ کان پوءِ ائين سمجهندو هو تہ ڪنهن پراڻي رفيق، ڪنهن همدرد دوست سان ملي آيو آهيان. ننڍي هوندي کان کيس مطالعي جو گهڻو شوق هوندو هو. پاڻ چوندو هو تہ ڪتاب پڙهندي، ڪتاب جي مضمون سان واسطو رکندڙ

اضافي معلومات، مناسب شعر يا ڪي علمي ۽ فني اعتراض حاشئي تي نوٽ ڪندو ويندو هوس، جنهن مان سندس معلومات جي وسعت ۽ علم جي گهرائي جي خبر پوي ٿي. شعر چوڻ جو شوق بہ ڪيس انهيءَ زماني ۾ پيدا ٿيو. درس نظامي ۽ طب جي تڪميل ڪان پوءِ پهريائين ڪجهہ وقت نوشهره مدرسي ۾ ۽ پوءِ سنڌ مدرسي ۾ عربي ۽ فارسي جي تدريس جو ڪم ڪيائين ۽ نيٺ ڪچهري روڊ تي پنهنجو دواخانو کوليائين. طب ۽ شاعري جو پراڻو ساٿ آهي. مطب سان گڏ ادب، سياست ۽ مذهب جون مشغوليون بہ جاري رهيون ۽ سندس تصنيف ڪيل ڪتابن مان گهڻا انهي دواخاني ۾ ئي لکيا ويا. ڪراچي جي قرب ڪيس اهڙو قابو ڪري ڇڏيو جو پوءِ هميشہ لاءِ ڪراچي ۾ ئي رهيو.

**پهرين ملاقات:**

سنہ ياد نہ ٿو اچيم. آئون سنن ياد رکڻ ۾ البت ڪمزور آهيان. ڪنهن مهل حڪيم صاحب جو خط مليم تہ ايترو ويجهو هوندي بہ ايترو دور. آئون ٻني ڏينهن وچي حاضر ٿيس. پهرين ملاقات ۾ ئي قرب جا ڪڙا اهڙا لپٽجي ويا جو آئون پڇاڙيءَ تائين سندن نيازمند رهيس. پاڻ بہ مون سان مائٽن جهڙي محبت ڪندا هئا. آئون تقريباً روزانو سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندو هوس. انهيءَ ڪري ڪين پرکڻ ۽ پروڙڻ جو مون کي گهڻو وجهہ مليو. سندن صحبت ۾ رهي مون گهڻو ڪي ڏنو ۽ گهڻو ئي ڪجهہ پرايو. اسان جي گفتگو گهڻو ڪري ادب ۽ شعر بابت هوندي هئي. ڪڏهن سياست، مذهب ۽ تصوف تي بہ ڳالهائيندا هئاسون. ٻولي ۽ ان جون نزاڪتون، شعر ۽ ان جون ارتقائي منزلون، تنقيد ۽ ان جون باريڪيون، انهن ۽ اهڙن موضوعن تي ڏاڍا تفصيلي بحث ٿيندا هئا. منهنجا خيال انهن موضعن تي ڏاڍي خيال سان ٻڌندا هئا ۽ اڪثر مون سان همخيال ٿي مون کي همٿائيندا هئا تہ آئون تنهن جا خيال قلمبند ڪريان. سنڌي شاعريءَ ۾ لفظي صحت جي بحث ۾ اختلاف ٿيندو هو تہ

لغت جا ڪتاب ڪلي ويندا هئا. جي سندن ميز تي هڪيا رکيا هوندا هئا. سندن بذلہ سنجي، حاضر دماغي ۽ علمي ۽ فني معلومات جي وسعت ڪري اهي خشڪ بحث بہ ڏاڍا دلچسپ ۽ رنگين تي پوندا هئا. سيءِ ڪنهن ملاقات کان پوءِ ائين سمجهندو هوس تہ ڪنهن وڏي لائبرري جو مطالعو ڪري آيو آهيان. ثابتي ۽ شاهديءَ لاءِ فارسي جا تمام سهڻا ۽ ٺهڪندڙ شعر پيش ڪندا هئا. فارسي شعرن جو وڏو خزانو سندن حافظي ۾ محفوظ هو. هڪ ڀيري مون کين چيو تہ فارسيءَ ۾ ڪي اهڙا شعر آهن، جن جي هڪ مصرع ۾ ڪا دعويٰ پيش ڪيل آهي تہ ٻي مصرع ۾ انهي تي نهايت شاعراڻي انداز ۾ دليل پيش ڪيل آهي ۽ سنڌيءَ ۾ مون کي اها صنعت ڪٿي بہ نظر نہ آئي آهي ۽ کين هيٺيون شعر ٻڌايم:

محض شهرت بہ هنرمنديءِ کس حجت نيست
کسي از مقريءِ تسبيح اذان نہ شنيده است

پهرين مصرع ۾ دعويٰ آهي تہ فقط مشهوري هرويرو ڪنهن ڪمال ۽ هنرمندي جو دليل نہ آهي. ٻي مصرع ۾ انهيءَ تي دليل پيش ڪيل آهي تہ تسبيح جو بانگو انهيءَ نالي سان مشهور تہ گهڻو ئي آهي، پر ڪنهن اڄ تائين انهي جي بانگ ڪانہ ٻڌي آهي. پاڻ چيائون تہ ائين برابر آهي. سنڌي شاعري اڃا انهن صنعتن ۽ نازڪ خيالن کان خالي آهي. ٻئي ڏينهن آئون وٽن آيس تہ انهيءَ صنعت تي اتڪل ڏهاڪو کن شعر مون کي ٻڌايائون. چيائون تہ اهو فارسي شعر توکي ذهن ۾ هو سو انهيءَ تي خيال ڪندي اڄهي هي شعر لکيا اٿم. انهن مان فقط هڪ بہ شعر ياد اٿم:

نہ دولت کي ڏسي خوش ٿي، اها ناچو مثل آهي،
ڪڏهن تو وٽ، ڪڏهن مون وٽ، ڪڏهن هِن وٽ، ڪڏهن هُن وٽ

چوڪرين تعريف پنهنجي، يار پنهنجي وات سان،
ڪتڪتاڙي ساڻ پنهنجي، ڪو کلي خوش ڪين ٿئي.

سندس اهي سمورا شعر سندس ڪلام جي مجموعي ۾ ڇپيل آهن، پر افسوس تہ اهو ڪتاب مون وٽ موجود ڪونهي. ڪو "دشمن" پڙهڻ لاءِ وٺي ويو جنهن وري موٽائي نہ ڏنو. سندس شعرن جو مجموعو گهڻو وقت ٿيو تہ ڇپبو هو ۽ هينئر ناپيد آهي. جيڪڏهن بيهر انهيءَ جي ڇپائڻ جو انتظام ٿي سگهي تہ اها وڏي خدمت ٿيندي. سندس دواخانو ڪڏهن ڪڏهن تہ ڪانفرنس هال وانگر نظر ايندو هو، جتي وڏا وڏا سياسي ۽ مذهبي بحث ٿيندا هئا. ڪڏهن حاجي عبدالله هارون ۽ شيخ عبدالمجيد سان سياسي ڳالهيون هلنديون هيون تہ ڪڏهن سرغلام حسين ۽ پير الاهي بخش سان صوبائي مسئلن تي گفتگو ٿيندي هئي تہ ڪڏهن مولوي محمد صادق ۽ ٻين مولوين سان جميعت العلماء جي اجلاس بابت مشورا ٿيندا هئا. مطلب تہ هر قسم ۽ هر خيال جا ماڻهو وٽن ايندا هئا ۽ اهي صحبتون صبح کان شام تائين گرم رهنديون هيون.

## سنڌي سڌار سوسائٽي:

1930_31ع جو زمانو هو. انهيءَ وقت ڪراچيءَ ۾ اردو جو چڱو ڇهچٽو هو. هڪ پاسي انجمن ترقي اردو جي نالي سان وڏي لئبرري هئي تہ ٻئي پاسي روزانو مشاعرا ۽ جلسا پيا ٿيندا هئا، جن ۾ مقامي ۽ ٻاهريان اردو شاعر شريڪ ٿيندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ميرايوب خان، جو پاڻ اردو ۽ پارسي جو چڱو شاعر بہ هو، سو انجمن ترقي اردو جو صدر هو ۽ اڪثر اردو مشاعرن جي بہ صدارت ڪندو هو. ڪراچي ۾ انهيءَ وقت اردو وارن جو تعداد تمام ٿورو هو تڏهن بہ انهن ۾ ٻوليءَ لاءِ چڱي سجاڳي هئي. سنڌي ڳالهائيندڙ هندو توڙي مسلمان، ڇٽن لکن جي آبادي ۾ ٿي لک کن هئا، پر تڏهن بہ سنڌي ٻولي لاءِ ڪو خاص ڪم ڪونہ ٿي رهيو هو. ماٺ ئي ماٺ هئي. سنڌي اخبارون بہ انهيءَ وقت ڪراچيءَ کان ڇڳيون نڪرنديون هيون. الوحيد، هندو، سنسار سماچار، هندوجاتي اهي چارئي برک روزانيون اخبارون هيون پر ادبي ڇهچٽو الوحيد کان سواءِ ٻين اخبارن ۾ گهٽ هوندو هو. انهي وقت اهو خيال ٿيو تہ جيڪر سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ ڪو ڪم

شروع ڪجي. اتفاقاً حاجي محمود خادم به انهيءَ وقت بدلي ٿي ڪراچيءَ آيو هو سو نظامي صاحب، خادم صاحب ۽ آئون ٽيئي گڏجي حڪيم صاحب جن وٽ وياسون ۽ اها ڳالهه چوري سون. حڪيم صاحب جن اهو خيال پسند ڪيو ۽ پهرين ميٽنگ سندن دواخاني ۾ ٿي. انهيءَ ميٽنگ ۾ اٽڪل ويهه-پنجويهه ادبي ذوق وارا هندو ۽ مسلمان شريڪ ٿيا. جن ۾ مولوي دين محمد وفائي، گوپي رام رکياڻي، ڪشنچند ناگراڻي، لعل چند امر ڏنومل ۽ پيرومل مهرچند به هئا. انهيءَ ميٽنگ ۾ مٿئين نالي سان سوسائٽي قائم ڪئي ويئي، جنهن جو صدر حڪيم صاحب کي چونڊيو ويو سيڪريٽري رام رکياڻي مقرر ٿيو ۽ مون کي مشاعره سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو.ڪهڙو زمانو هو جڏهن ڪنهن پيدياؤ کان سواءِ هندو مسلمان گڏجي پنهنجن گڏيل مسئلن تي ويچار ڪندا هئا. انهيءَ سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ چار وڏا مشاعرا ڪوٺايا ويا، جن ۾ هندو ۽ مسلمان هزارن جي تعداد ۾ شريڪ ٿندا هئا. مشاعره ته نه هئا ڄڻ وڏيون ادبي ڪانفرنسون هيون. پهريون مشاعرا ڪراچي اڪيڊمي جي هال ۾ ٿيو جنهن جي صدارت سيٺ غلام علي چاڳلا ڪئي، جو وڏي علم ذوق وارو ماڻهو هيو ۽ سنڌيءَ سان چڱو پيار هوس. ٻيو مشاعرو ڊي جي ڪاليج هال ۾ مير ايوب خان جي صدارت هيٺ ٿيو. مير صاحب، جو هميشه اردو مشاعرن جي صدارت ڪندو هو سو سنڌي شاعرن کان تمام گهڻو متاثر ٿيو. ٽيون نهايت شاندار مشاعرو آءِ. قاضي صاحب جي صدارت هيٺ خالقڏني هال ۾ ٿيو. جنهن ۾ ناگراڻي پنهنجو مشهور شعر ”ٻاجي ڪاءِ تون ٻاجي يار ٻاجي ڪاڻن ٿا سردار“ پڙهيو. چوٿون مشاعرو ٿياسافيڪل هال ۾ ٿيو جنهن جي صدارت ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب ڪئي. مشاعرا وڏي پيماني تي ٿيندا هئا، جن ۾ ڪراچي جا سمورا ۽ سنڌ جا اڪثر مشهور شاعر شريڪ ٿيندا هئا. انهن مشاعرن ۾ مصرع طرح بدران ”عنوان“ مقرر ڪيو ويندو هو. جا سنڌي مشاعرن ۾ نئين ڳالهه هئي. سنڌ ۾ انهيءَ قسم جي شاعرن جي ابتدا سنڌي سڌار سوسائٽي ڪئي ۽ انهن مشاعرن جي ڪاميابي ۾ وڏو هٿ حڪيم صاحب جن جو هو. هندو مسلم اتحاد جو

اهڙو روح پرور نظارو وري ڏسڻ ۾ نہ آيو. حڪيم صاحب جيڪي شعر انهن مشاعرن ۾ پڙهيا تن ۾ بہ اتحاد ۽ ايڪتا تي گهڻو زور ڏنل هو. انهن مشاعرن جو انتخاب سيني هندو توڙي مسلم اخبارن ۾ پڌرو ٿيندو هو. انهن مشاعرن عام سنڌين ۾ ٻوليءَ لاءِ چڱي سجاڳي پيدا ڪئي. مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندڙ ڪن شاعرن جا نالا يادگيري ۾ اڪثر ايندا آهن. انهن مان عبدالرحمان نسيم، جو اڃا تائين ڪراچي ۾ سنڌي مشاعرن جي ٽمڪندڙ شمع ٻاريو اچي، پرسرام ضياءَ جو شروع ۾ نواب شاهہ مان پنهنجا شعر موڪليندو هو ۽ پوءِ ڪراچي ۾ اچي رهيو ۽ ٺل جيڪب آباد جو مشهور عوامي شاعر قادر بخش حقير، جو ڪجهہ وقت ٿيو تہ گذاري ويو آهي، انهن مشاعرن ۾ خاص دلچسپي وٺندا هئا.

### شخصي اخلاق:

حڪيم صاحب "اصلاح" نالي اخبار جاري ڪئي، جا پهريائين هفتہ وار هئي ۽ پوءِ روزاني ٿي. مولوي عبدالغفور سيتائي انهي جو ايڊيٽر هو. حڪيم صاحب پاڻ بہ انهيءَ اخبار لاءِ مضمون لکندو هو. سندس مضمونن لکڻ جي ڪيفيت عجيب هوندي هئي. دواخاني ۾ مريضن لاءِ نسخا بہ پيو لکندو هو ملاقاتين سان گفتگو بہ پيو ڪندو هو ۽ اخبار لاءِ مضمون بہ پيو لکندو هو. سندس مضمون هر نوع معياري ۽ بلند پايہ جا هوندا هئا. اخباري مقبوليت بہ انهن ئي ادبي شهپارن جي ڪري هئي. منهنجا تنقيدي مضمون بہ الوحيد کان سواءِ اصلاح ۾ شايع ٿيندا هئا. اصلاح اخبار جا فائيل جيڪڏهن هٿ اچي سگهن تہ انهن ادبي، تنقيدي، علمي ۽ سياسي مضمونن جا جيڪر چڱا انتخاب ڪڍي سگهجن، جي نہ رڳو انهي وقت جي ادب ۽ سياست جي تصوير پيش ڪن، پر هوند سنڌي ادب ۾ بہ چڱو اضافو ڪن. انهيءَ وقت سنڌ جي پهرين اسيمبلي جي چونڊ ٿي رهي هئي. مولوي سيتائي جو ۽ حڪيم صاحب جو انهيءَ تي اختلاف ٿي پيو جو حڪيم صاحب جن ليارِي واري تڪ مان حاجي عبدالله هارون جا حامي هئا ۽ مولوي سيتائي مولوي

سيتائي شيخ عبدالمجيد جي حمايت ۾ هو. مولوي سيتائي تنهن تي اصلاح چڙهي الوحيد ۾ هليو ويو. الوحيد ۽ اصلاح ٻئي معاصر اخبارون هيون ۽ پاليسي جي اختلاف جي ڪري اڪثر هڪٻئي تي حملا ۽ جلهون ڪنديون رهنديون هيون. جهيڙي جي توَ ۾ مولوي سيتائي ڪي تمام سخت مضمون حڪيم صاحب جي خلاف لکيا. اليڪشن ختم ٿي ۽ انهيءَ سان گڏ اهي هنگامہ بہ ختم ٿيا. هڪڙي ڏينهن مون سان ڳالهيون ڪندي مولوي سيتائي پنهنجن انهن مضمونن تي پڇتاءُ ڏيکاريو. مون ڪيس صلاح ڏني تہ هلي حڪيم صاحب جن سان ملون. مولوي صاحب کي خيال هو تہ متان حڪيم صاحب جن ساڻس ملڻ ئي ناپسند ڪن. نيٺ مولوي صاحب تيار ٿيو ۽ ٻئي گڏجي حڪيم صاحب سان ملڻ لاءِ سندس گارڊن واري بنگلي تي وياسون. مولوي صاحب کي ڏسي حڪيم صاحب اٿي ساڻس ڀاڪر پائي مليو ۽ ڪنهن بہ ڏک ڏوراپي کان سواءِ سمورو وقت سياست ۽ صحافت ۽ مولوي صاحب جي ذاتي مسئلن تي ڳالهيون ڪندو رهيو. مولوي صاحب جڏهن معذرت پيش ڪئي تڏهن کلي چيائين تہ اها ڳالهہ درگذر ٿي ويئي، اوهين بہ وساري ڇڏيو. پنهنجن ننڍن کان پاڻ تي تنقيد اهڙي طرح کِلي برداشت ڪرڻ وڏي جرائت ۽ همت جو ڪم آهي. ڪيڏو عظيم هو حڪيم صاحب جو اخلاق، اسان ڇڳن کي پڻ اهڙي موقعي تي هوش مان نڪرندو ڏٺو آهي.

**تصنيف ۽ تاليف:**

حڪيم صاحب تاريخ، سوانح، ادب، مذهب، تصوف ۽ سياست تي تصنيفات جو بيش قيمت ذخيرو ڇڏيو آهي. سندس ڪتاب علمي ۽ فني معيار ۾ پنهنجو خاص رتبو رکن ٿا ۽ تحقيق جي جديد اسلوبن جو هر طرح پورائو ڪن ٿا. ”ميرن جي صاحبي“ شايد سنڌيءَ ۾ پنهنجي قسم جو پهريون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ميرن جي حڪومت بابت ايترو تفصيلي مواد پيش ڪيو ويو آهي. ميرن جو لباس، ميرن جي ڪچهري،

مير صاحبن جو ڏارين ملڪن جي سفيرن سان ملڻ، ميرن جي وقت ۾ انصاف جو طريقو، ميرن جي ڏينهن ۾ هندن ۽ مسلمانن جا تعلقات، ميرن جي وقت م واپار، شين ۽ جنسن جا اگهہ. مطلب تہ انهيءَ وقت جي حڪومت ۽ سياست، معيشت ۽ معاشرت، تعليم ۽ تجارت هر موضوع تي نهايت تحقيقي معلومات ملي ٿي. انهي ڪانسواءِ "ابوالفضل ۽ فيضي"، "مقدمہ ابن خلدون"، "حيات النبي"، "مقدمہ تفسير نورالايمان" ۽ "آفتاب ادب" سندن ٻيون تصنيفون آهن. "آفتاب ادب"، سنڌيءَ ۾ پنهنجي نوع جو نرالو ڪتاب آحي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي مختلف ارتقائي صورتن، لهجي جي اختلافن، ڳالهائڻ جي طريقن ۽ لفظن جي تحقيق بابت نهايت اهم معلومات ڏاڍي دلچسپ پيرايہ ۾ پيش ڪيل آهي. اهو ڪتاب حڪيم صاحب پنهنجي زندگي جي آخري ڏينهن ۾ لکيو ۽ انهيءَ جي تصيح ۽ نظرثاني تہ بيماري جي بستري تي ليٽي ڪيائون. انهيءَ ڪتاب لکڻ ۾ آئون سندن گهڻو قريب، هوس ۽ نہ رڳو مون پنهنجا ڪيترائي ڪتاب ڪين مواد ڪٺي ڪرڻ لاءِ ڏنا، پر ڪيترن مسئلن تي ساڻن صلاح مشوري ۾ بہ اڪثر شامل هوندو هوس. حڪيم صاحب جن جي لکٽي ڏاڍي وڻندڙ هئي. ٻولي سوادي ۽ سباجهي ڪم آڻيندا هئا. نظم ۾ سندن شعر بہ نهايت دلپذير ۽ دلپسند هوندو هو. پاڻ اسلامي درسي ڪتابن جو هڪ سلسلو بہ لکيائون جو ورهن جا ورهہ اسڪولن ۽ اسلامي مدرسن ۾ پاڙهيو ويندو هو. درسي ڪتاب، جن جي سبقن ۾ قرآن حڪيم ۽ حديث جي تعليم، اصحابن سڳورن جي زندگيءَ جا احوال ۽ اسلامي تاريخ جا اهم واقعا پيش ڪيا ويا هئا، سي شاگردن جي اسلامي ڪردار ۽ مزاج جي تربيت ۽ تعمير ۾ ڏاڍا ڪارگر ثابت ٿيا. انهن ئي ڪتابن ۾ "سنڌ اسان جي ساوڪ واري، جنهن۾ آهي دريا جاري" وارو دلپذير نظم هو جو هر هڪ ننڍي وڏي جي زبان تي هو. سنڌ شايد ورهن تائين ٻيو "حڪيم فتح" پيدا نہ ڪري سگهندي.

***

بسم الله الرحمن الرحيم

# مخزن تذڪره لعل شهباز عرف قلندر نامو سنڌي

هزار حمد اُن ڪردگار جا، جنهن جي لطف ۽ عنايت ڪي نهايت نہ آهي. سيڪڙين شڪر اُن شهنشاهہ حقيقي جا، جنهن جي غريب نوازي ڪي نهايت نہ آهي. صد صلواة نثار اُن سرورِ ڪائنات تي، جنهن جو انعام خاص ۽ عام ۾ عام آهي. سؤ سلام قربان اُن سيد لانام تي، جنهن جي برڪت سان دين اسلام ڪي آرام آهي، وعليٰ آله صحابه التابعين وتبع التابعين والاولياءَ المڪرمين.

امابعد! هر ادنيٰ واعليٰ، صغير وڪبير، برنا ۽ پير ڪي معلوم هوندو تہ ساري سنڌ ۾ ڪيترائي اولياءَ ڪرام موجود آهن. ليڪن قطب الاقطاب، عون الاحباب، سيف اللسان سيد عثمان قلندر و بلند پرواز مرونديءَ جو اوج سيني ڪان اعليٰ ۽ بالا آهي. ليڪن عجب تہ اهڙي مشهور سردار بلند اقتدار جي اقبال جو مستقل ۽ محقق رسالو سنڌي زبان ۾ اڄ تائين ڪنهن بہ تصنيف نہ ڪيو آهي، سو هن سبب ڪري سندن ساري احوال جو ڪو ڪتاب جيڪر آهي تہ هن سيوستان ۾ ڪنهن ڪنهن وٽ موجود هوندو سي بہ وري اهڙا بخيل ۽ مرچوٺ ماڻهو جن اهڙن رسالن ڪي اهڙو مخفي ۽ محجوب ڪري ڇڏيو آهي، جهڙو بخيل زر ڪي مخفي ڪري! انصاف تہ هي جو اهي ماڻهو گهٽو ڪري علم ڪان بہ ناآشنا ۽ ڪتاب جي احوال ڪان پڻ بي بهره، تنهن هوندي بہ ايڏي لڪ رکي اٿن. اهڙن ماڻهن جو خيال

آهي تہ اسان جي هن ڪتاب جهڙو ڪو ڪتاب گهڻي بيان وارو ٻيو ڪونہ هوندو سو انهن جو اهو خيال محض خام ۽ غلط آهي. هاڻي جيڪي حضرت لعل شهباز جا احوال محقق ۽ صدق مقال آهن، سي سيئي ليي سگهجن ٿا. جيڪر اهي ڪتاب ناصدق اقوالن سان ڀريل هوندا تہ بيشڪ انهن جهڙو ٻئي هنڌ ٻئي ڪنهن مخلوق وٽ ڪونہ ليندو. مطلب تہ جڏهن اهڙو حال مشاهدي ۾ آيو آهي تڏهن راقم فقير فتح محمد "صغير" ابن عمدة العلماءَ زبدة الحڪماءَ جنت نشين خليفہ غلام محي الدين سيوستاني هن رسالي جي احوال صدق مقال جي جستجو جي ڪمر ٻڌي، آخر لطف الاهي و يمن شاهنشاهي سان گهڻا ڪتاب محقق ڪي دستياب ٿيا. جن مان هيءُ رسالو انتخاب ڪري تيار ڪيو ويو. ڪيترائي ڪتاب نامحقق بہ ڪن وٽان هن ئي شهر مان هٿ آيا. جن جي ڪا ڳالهہ بہ وزن ۾ آڻي نٿي سگهجي. جهڙوڪ هڪ ڪتاب گلستان جيڏو بلڪ قدري وڏو حضرت شهباز جي سوانح عمري جي بيان ۾ هٿ آيم. جنهن جو بيان اڪثر نامعتبر هو. تان جو هڪ رات هن ڪتاب جي حق ۾ خواب ڏٺم تہ ڪو شخص اشارو ٿو فرمائي تہ "اهو ڪتاب نامحقق اٿئي." ازين قسم اهڙا نامحقق ٻيا ڪي ڪتاب پڻ هٿ آيا. مگر هنن ڏي ڪو توجہ نہ ڪيو ويو. هن رسالي ۾ "قلندرنامہ فارسي" ۽ "تذڪرہ مشائخ سيوستان" ۽ ڪڏهين ڪڏهين "اخبار الاخيار" کان بالخصوص مدد ورتني وئي آهي. قلندرنامو فارسي عجيب رسالو بلڪ فيض جو بيانو ذسڻ ۾ آيو جنهن ۾ عجيب نُڪتا ۽ عجيب مختصر بيان درج ٿيل آهن. انهيءَ رسالي جو محقق مصنف اگرچہ ڪو عالم آهي مگر سندس نالو معلوم ناهي. ڪن نامحققن لکيو آهي تہ قلندر نامو جناب مخدو معظم ميان عبدالواحد سيوستاني صاحب جو تصنيف آهي. اها ڳالهہ اهڙي آهي جنهن تي ڇوڪرا مڪتب جا هوندا سي بہ کِلندا. ڇوتہ انهيءَ قلندرنامي ۾ مواد "تذڪرہ مشائخ سيوستان" کان ورتل آهي ورِي انهيءَ تذڪرہ ۾ مخدوم عبدالواحد صاحب عليہ الرحمة جو احوال بمع تاريخ وفات بہ

لکيل آهي. هاڻي ڪيئن قلندرنامو چئبو تہ مخدوم صاحب جو تصنيف ڪيل آهي.

الحاصل تہ پنهنجي استعداد ۽ حوصلي آهر حضرت شهباز جي احوال جي تحقيق ۽ تدقيق ۾ ڪين گهٽايم. مگر جڏهين انسان سهو ۽ نسيان سان جهان ۾ نشان آهي، تڏهن مطالع ڪندڙ صاحبن کان اها اُميد رکان ٿو تہ جيڪر ڪٿي ڪا خطا ڏسڻ ۾ اچي تہ عطا جي نظر سان انهيءَ خطا کي صحيح فرمائين. جيڪو ايترو ياد نہ هجين تہ ڪوشش ڪن ۽ هن رسالي جي ديدار سان بهرو پرائين.

هن رسالي کي ڏهن فصلن تي مرتب ڪيو ويو آهي ۽ ”مخزن تذڪره لعل شباز“ نالو ۽ ”قلندرنامو سنڌي“ لقب رکيو ويو آهي.



## فصل اول

# ”حضرت شهباز جي تولد جي بيان ۾“

حضرت قلندر جي والد ماجد حضرت شاهه روشن ضمير سيد ڪبير قدس سره ٻيداپڻ تائين شادي خير مرادي ڪان نه ڪئي هئي. ساري عمر گران مايه پنهنجي تنهائي ۽ تجرد جي گوشي ۾ گذاري هئائون. تنهن جو سبب استغراق دائمي هو. هميشه حق جي مشاهدي ۽ جلوي ۾ محو رهيا. ان ڪري دنيوي دادگيري کان بي خبر رهيا. پوءِ هڪ ڏينهن خواب ۾ ڏٺائون ته حضرت لعل شهباز عالم ارواح مان ڪين ٿو چوي ته: ”بابا مون کي پنهنجي پشت مبارڪ مان ٻاهر آڻيو.“ حضرت ڪبير روشن ضمير فرمايو ته: ”بابا ظهور پرنُور اوهان جو بهتر آهي ته بهشت ۾ ٿئي ۽ نه اسان جي پشت ۾.“ شهباز جواب ڏنو ۽ فرمايو ته : ”نبين ولين جي طريقي موجب دار دنيا ۾ ظهور ڪرڻ وارو ۽ خاص ۽ عام تي پنهنجي فيض جو انعام پورو ڪرڻ ضروري آهي. هاڻي توهان حضرت جن کي جڳائي ته عقد نڪاح جو ڪريو ۽ فيض جي درياءَ جو قلف کوليو.“ انهيءَ اشارت فيض بشارت موجب حضرت سيد ڪبير جي عقد نڪاح جي جستجو جو گفتگو ڪرڻ ٿيو. اوچتو بادشاهه عالي جاه سلطان شاهه والي مروند جي اعاده باطنيءَ سان انهيءَ خبر تي اطلاع لڌو ۽ انهيءَ مائٽيءَ ۾ سعادت دارين سمجهي، پنهنجي نياڻي حضرت ڪبير جي راڻي ڪيائين جا ظاهري باطني حسن ۾ ساري خلق مان ممتاز ۽ پاڪ پاڪيزگيءَ ۾ سڄي عالم کان سرفراز هئي.

پوءِ شادي شاهاڻي اهڙي ٿي، جنهن جو بيان تحرير ۽ تقرير کان ٻاهر آهي، بلڪ انهيءَ تقرير ۽ تحرير جي ڪرڻ جوڳو ڪو قابل ڪٿي آهي؟ سيد ڪبير حرم محترم سان چاليهن ڏينهن تائين ويجهائي نہ ڪئي. چاليهن ڏينهن گذرڻ بعد بيبي صاحب سان ويجهائي ڪيائون ۽ حضرت لعل شهباز موتي وانگي پدر بزرگوار جي پشت مان والده ماجده جي شڪم شريف ۾ نزول ڪيو.

بعضي قريبن حضرت سيد ڪبير کان ايتري دير جو سبب پڇيو. جواب ۾ فرمايائون: "رستي ۾ پڳڙي جي ٿار پيل ڏٺم. اُن کي رب العالمين جي نعمت جي تعظيم لاءِ چُمي ڪاڏم. اُن جو اثر چاليهن ڏينهن تائين اسان جي وجود ۾ رهيو. جڏهن اهو اثر اسان جي وجود مان ويو ۽ وجود کي صفائي حاصل ٿي تڏهن پنهنجي اهل ڏانهن ويجهائيءَ جو خيال ٿيو." سبحان الله! ڪهڙي نہ صفائيءَ سان حضرت قلندر صاحب ظاهر ٿيو ڇوتہ اهڙي صفائيءَ سان جمڻ وارا جهان ۾ قلندرن جا سرگروه ٿين ٿا ۽ پيشوائي طريقي تي ظاهري ۽ باطني فيض ڏين ٿا.

نقل آهي تہ: اهي چاليهہ ئي ڏينهن خزاني شاهي مان شاديءَ جي ٻاڇي ۽ جشن پهرئين ڏينهن جهڙو قائم رهيو جڻ تہ سيڪو ڏينهن شاديءَ جو ڏينهن هو. گويا فيض جو مينهن هو جو هر خاص ۽ عام کي انعام ۽ اقسام طعام پيي مليا. ڏهن مهينن کان پوءِ سنہ 835هہ[1] ۾ حضرت لعل شهباز بلند پرواز آشيانہ قدس مان عالم دنيا ڏي پرواز فرمايو يعني تولد ٿيو. پنهنجي جمال سان جهان کي عرش کان وٺي فرش تائين روشن ۽ منور فرمايائون ۽ برگزيدا ٿي، ڪرامت جا آثار ننڍپڻ کان وٺي سندن

[1] مولانا مرحوم حڪيم فتح محمد صاحب جي لکئي مطابق هي عام نظريو هو تہ حضرت لعل شهباز رحہ جي ولادت 538هہ ۾ ٿي ۽ پاڻ 112 ورهيہ زنده رهي، 650هہ ۾ انتقال ڪيائون. پر جيئن تہ بزرگ جي سوانح مبارڪ جي هر ڪڙي تحقيق طلب آهي، سندن وفات جو محققانہ سنہ بنده جي تحقيق مطابق سنہ 673هہ آهي ڇوتہ 650 هہ مطابق 1252ع وقت سلطان بلين اڃا سلطانيءَ جون واڳون نہ ورتيون هيون. هو صاحب 662هہ/1265ع ۾ ڪٿ سلطان بڻيو. ان حساب سان سن ولادت ۾ بہ ڦيرو ايندو جيڪڏهن سندن عمر اگر 112 سال ليکبي. ور نہ عمر جي مدت پڻ تحقيق طلب آهي. (مر.چ)

چهره مبارڪ ۾ ڏسڻ ۾ ٿي آيا.

**شعر**

*بگہوارہ گویاست از بخت — اما گفتہ ازان زیادہ بود*
*دلیل نجابت کہ روشن تراست۔*

**منقول آهي ت:** حضرت شهباز جو ظاهري جمال ۽ حسن ايتريقدر ڪامل هوندو هو جو سندن پيشاني پاڪ چنڊ وانگي چمڪي ٿي ۽ بدن مبارڪ اهڙو نوراني هو، جو عينڪ وانگي عجب روشن هو. حضرت فياض الزمان استادي "جناب محمد صديق سيتائي" هڪ ڏينهن انهيءَ ڳالهه تي فرمايو ت هڪ ڀيري اسان استخاره ۾ حضرت شهباز بلند پرواز جي ديدار فرحت آثار سان سرفراز ٿياسين. جو صورت سندن سهڻي ۽ من مهڻي اهڙي روشن هئي، جو ڪنهن به بشر کي جهان ۾ نه هوندي، هر وجه قد ۽ قامت ۾ قوام اهڙو نظر ۾ آيو جو خالق مطلق صانع برحق جي صنعت جي صفت هئي. سبحان الله اهڙي جمال ظاهري هوندي ڪمال باطني اهڙي حد کي پهتل هئي، جو ستن سالن جي عمر ۾ قرآن مجيد فرقان حميد حفظ يعني ياد ڪيائون ۽ انهيءَ دولت سان فائز ٿيا ۽ ڪيترن کي فيض ڏنائون، جو هن قلم شبديز کي تحرير ڪرڻ کان اسپ لنگ آهي ۽ تقرير ڪرڻ کان ميدان ڪاغذ تنگ آهي.

فصل ٻيون

# حضرت شهباز جي نسبت جي تحقيق ۾

ڪتاب تذڪره مشائخ سيوستان ۾ آيل آهي ته سندن نالو مبارڪ سيد عثمان هو ۽ حسيني ساداتن مان آهي. نسب شريف تيرهن واسطن سان امام جعفر صادق سان ٿو پهچي. هن طرح سان شجرو آهي:

سيد عثمان مروندي بن ڪبير الدين بن شمس الدين بن سيد نور شاهه بن سيد محمود شاهه بن سيد احمد شاهه بن سيدهادي شاهه بن سيد مهدي شاهه بن سيد منتخب بن سيد غالب بن سيد منصور بن سيد اسماعيل بن سيد امام جعفر رضي الله تعاليٰ عنهم اجمعين. سندن ڄم ۽ نيپاج جي جاءِ مروند[o] آهي جو آذربيجان ۽ تبريز ڏانهن اقليم پنجين ۾ آهي ۽ مروند شريف ۾ سندن والد ماجد سيد ڪبير الدين جو مقبرو زيارت گاهه خلقت جي آهي. خزينة الاصفياءَ ۾ جيڪي حضرت شهباز جي نسبت ۾ لکيل آهي ته سندن اصل سنڌ مان آهي، سا ڳالهه بلڪل غلط ۽ نامعتبري عقل جي آهي. جمهور ۽ تواتر جي مختلف سيني ڪتابن تواريخ ۾ جن ۾ سندن تذڪرو آيل آهي، ائين لکيل آهي ته سندن وطن مروند مبارڪ آهي. حق هي آهي ته حديقة الاولياءَ ۾ هڪڙو قصيدو حضرت شهباز جي مناقب ۾ چيل آهي تنهن ۾ پڇاڙيءَ جو هي بيت آندل آهي:

---

[o] "مروند" غلط العوام وانگر مشهور ٿي ويو آهي. نه ته تاريخي ۽ جغرافيه طور صحيح نالو "مرند" آهي. هن حقيقت جي اپٽاربنده 1962 کان ڪندو آيو آهي ۽ ان لاءِ مفصل دليل اسان جي محققانه ڪتاب ۾ ايندا جو اول خير قلندر شهباز اڪيڊمي طرفان جلد شايع ٿيندو. (م.ج)

دمبدم رحمتِ خداوندی،
باد برجانِ شاه مروندی.

وري جيڪي خان بهادر خداداد خان مرحوم صاحب 'لبِ تاريخ سنڌ' سندن نسبت ۾ 'ميمندي' لکيو آهي، سو بہ آذربيجان[1] تبريز ڏانهن اقليم پنجي ۾ آهي ۽ ميمند آهي سيستان ۽ نيمروز ڏانهن اقليم ٽينءَ ۾.

ببين تفاوت ره از کجاست تا بکجا.

ڪن شجرن ۾ سيد ڪبير جي بدران سيد ابراهيم لکيل آهي. سندن سجاده نشين وٽ جيڪو خاڪو شجري جو رهي ٿو، تنهن ۾ بہ سيد ابراهيم لکيل آهي. هاڻي ان جو وجہ هي آهي تہ ڪبير الدين سندن لقب هو ۽ ابراهيم سندن نالو مبارڪ هو. جيئن تہ ڪي ماڻهو سيد ابراهيم کي ڪبير ڪري چوندا آهن ۽ سيد ڪبير کي ابراهيم "جوابي" ڪري چوندا آهن. هي ٻن سببن ڪري: هڪ تہ "جواب" پارسي ۾ چوندا آهن "وڏي واهہ" کي ۽ حضرت سيد ڪبير الدين صاحب مرحوم مروند ۾ هڪ وڏو واهہ هو، تنهن تي گذاريندو هو جو وضو، غسل سنئي ۽ جاري پاڻيءَ سان ڪري مولا سائينءَ جي عبادت ۾ مشغول رهندو هو. ٻيو تہ سائلن ۽ طالبن کي مطلبن جو پورو پورو جواب ڏيندو هو، تنهنڪري "جوابي" لقب پيس. والله اعلم!

بعضي شجرن ۾ سيد منتخب جي بجاءِ محب لکيل آهي مگر صحيح منتخب ٿو ڏسجي ۽ چون ٿا تہ اڪثر نسخن ۾ ائين ٿو نظر اچي.

خزنتة الاصفياءَ ۾ جيڪو شجرو لعل شهباز قلندر جي نسب جو لکيل آهي تنهن ۾ گهڻيون غلطيون آهن. جيڪو هن شجري ۽ انهيءَ کي مقابل ڪندو تہ تنهن کي پوشيدگي نہ ٿيندي، مخفي نہ رهي تہ حضرت شهباز کي اولاد ظاهر ڪو نہ هو جنهن ڪري لاولد انتقال فرمايائون. جتي ستي هئا يعني شادي نہ ڪيائون.

[1] آذربائيجان. (م.ڄ)

فصل ٽيون

# حضرت شهباز جي سلسله جي تحقيق ۾

تحقيق هي آهي ته حضرت شهباز بابا ابراهيم جو مريد هو. حضرت ابراهيم مريد شاهه جمال مجرد جو هو جو هڪ سڄو سال هن صاحبِ ڪمال جي خدمت عالي درجت ۾ رهي ڪماليت کي پهتو. خرقو خلافت ۽ اجازت ملين ۽ پڻ هڪ سنگ مقبول، جنهن کي هينئر ”گلوبند“ ڪري چون ٿا. جو بابا ابراهيم کي سيد جمال کان پهتو هو سو به حضرت شهباز کي بابا ابراهيم عطا ڪيو. ڪنهن ماڻهوءَ کان ٻڌڻ ۾ آيو ته هي سنگ گلوبند حضرت امام زين العابدين عليه السلام جي هٿن مبارڪن جو آهي. اها ڳالهه پوري هوندي ته شڪ نه آهي ڇوته تاريخ مان پڻ اهڙي ٻوءِ اچي ٿي ته دست بدست ملندو آيو آهي.

هاڻي اهو سنگ گلوبند حضرت لعل شهباز جي درگاهه ۾ ڪنهڙي جي اُتر پاسي سيرانديءَ کان لٽڪيل آهي ۽ ڪي سال ٿيا جو ٽٽي پيو هو جنهن کي نور محمد ﷺ صيقل گر اهڙو ڳنڍيو جو اصل جهڙو ٿي پيو وري به ان هنڌ تي معلق ڪري ڇڏيائون. منجهس عجب جهڙا تاثير آهن ۽ هر بيماريءَ لاءِ شفا ۽ هر رنجوريءَ لاءِ دوا آهي. گهڻو ڪري تحرير ۾ پهتل آهي.

ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿو ته حضرت شهباز انهيءَ سنگ مقبول کي ڳچيءَ ۾ ٻڌي سيني تي لڙڪائي ڇڏيندو هو. انهيءَ ڳالهه موافق انهيءَ سنگ مقبول کي گلوبند ڪري چوندا آهن. پڻ عصا شريف بادام جي

پنهنجي مرشد کان ملين. جا اڄ ڏينهن تائين حضرت شهباز جي مقابل
اُتر پاسي درگاهہ ۾ رکيل آهي، جا غلاف سان پوشيده ٿيل آهي ۽ تخميناً
چار پنج هٿ طويل آهي. ڪن ڪتابن مان معلوم پيو ٿئي تہ اهي پيئي
شيون يمني گلوبند ۽ عصا شريف. سيد علي وزير کي بغداد ۾ حضرت
شهباز ڏنيون هيون ۽ پوءِ سيوستان ۾ سيد عليءَ آنديون هيون.

نقل: محقق آهي تہ مريديءَ جي ابتدا ۾ هڪ رات حضرت بابا
ابراهيم ولي قدس سره ڏٺو تہ هڪ جوان خوش شڪل ٽوپي سهڻي سان
لباس ڳاڙهو پڪيل شاهزادن وانگي ويٺو آهي. ڏسڻ شرط بابا ابراهيم
عجب ۾ پيو تہ ههڙي مرتبي عالي شان ڪير آهي؟ اوچتو علم باطنيءَ
سان جنهن کي الهام ڪري چوندا آهن، معلوم ٿيس تہ سيد عثمان آهي.
بابا ابراهيم قد سره وٽي ساڻن صحبت ڪئي. شرف صحبت کانپوءِ
حضرت لعل شهباز موجب اشاره باطني جي، قلندري طريقہ جو ارادو بابا
ابراهيم جي خدمت ۾ رکيو. تحقيق مان معلوم ٿيو آهي تہ سلسلو قلندري
شاهہ جمال مجرد قدس سره کان حضرت علي رضا بن امام موسيٰ ڪاظم
تائين منتهي ٿو ٿئي. حضرت علي رضا پنهنجي پدر بزرگوار امام موسيٰ
ڪاظم جو مريد ۽ هو امام جعفر صادق جو ۽ هو وري پنهنجي والد امام
محمد باقر رضہ جو ۽ هو وري حضرت امام زين العابدين جو ۽ هو وري
حضرت امام حسين شهيد ڪربلا جو ۽ سيدالشهداء وري سندس والد
ماجد حضرت امير المؤمنين امام المسلمين حضرت علي ڪرم الله وجہ
جو ۽ حضرت شير خدا سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ نبي
اولاولين ولاخرين وسيلتنا في الدارين جو آهي.

ڪتابن ۾ تحقيق ڪيو اٿن تہ "مشرب قلندري" حضرت اسدالله
الغالب علي بن ابي طالب رضي الله عنہ کان هليل آهي جيئن تہ اڳتي بيان
ڪبو. ماڻهن ۾ مشهور آهي تہ حضرت ابراهيم والد حضرت شهباز جن
جي مرقد مبارڪ ڪربلا معليٰ ۾ آهي سا اها ڳالهہ غلط آهي. مگر شايد
حضرت ابراهيم مرشد شهباز جو مقبرو ڪربلا معليٰ ۾ هوندو تہ عجب نہ

آهي. ليڪن حضرت ابراهيم حضرت شهباز قلندر جي والد جو مقبره تہ مروند ۾ آهي ۽ خلق جي زيارت گاهہ آهي.

فائده: ڪتاب خير المجالس ۾ حميد شاعر قلندر لکيو آهي تہ شيخ المشائخ نصير الدين محمود چراغ دهلويءَ قدس سره فرمايو تہ سيد جمال مجرد جن گهڻي مدت مصر ۾ مفتي هوا. جيئن مصر جا ماڻهو شاهہ جمال کي ”ڪتبخانو جاريہ“ چوندا هئا، ڇوتہ جيڪو مسئلو مشڪل ڪانئن پڇيو ويندو هو تہ ان جو في الفور جواب ڏيندا هئا. هرگز ڪنهن بہ ڪتاب ڏي رجوع ڪين ڪندا هئا. گويا ساري علم جي تيقت سندن قلب مبارڪ تي نقش ٿيل هئي ۽ سڀ ڪتاب سندن حافظي ۾ مهفوظ هئا، جنهنڪري ڪنهن بہ ڪتاب جي ڏسڻ جو احتياج نہ هونِ (سبحان الله! ڇا قوت ڇا قدرت). پوءِ اوچتو جذبو الاهي ۽ حالت خدائي ڪين ظاهر ٿي جنهنڪري مڇون مبارڪ ۽ ڏاڙهي مبارڪ تراش ڪرائي، ڪٿو ڊڪي هڪ قبر کهني ۾ قبلي سامهون گِريان، بريان، حيران، سرگردان، اکيون آسمان ڏانهن ڪري ويهي رهيا. پر ”سير الاولياءَ“ ۾ شيخ الاسلام مخدوم بهاءَ الدين ذڪريا کان نقل ڪيو اٿن تہ سيد جمال مجرد کي اها حالت ظاهر ٿي، سا پنهنجي اختيار سان نہ هئي بلڪ بيخوديءَ جي حالت ۾ هئا. انهيءَ ڳالهہ جي صحيح ٿيڻ لاءِ شيخ جمالي ڪتاب ساڳئي ”سيرالاولياءَ“ ۾ چيو آهي تہ مان شهر دمياط جو مصر جي ٽي اقليم ۾ آهي، اُتي ويس جنهن ۾ حضرت سيد جمال مجرد مقدس سره جو مقبرو آهي. شهر دمياط جي بزرگن، عالمن، اڪابرن، معتبرن کان ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ حضرت سيد جمال مجرد گهڻي مدت مصر ۾ وڏي ڪماليت ۽ جماليت وارو هو. ظاهري حسن ۽ جمال بہ اهڙو هوس جو مصر جا ماڻهو سونهن جي گهڻائيءَ ڪري کيس ”يوسف ثاني“ ڪري چوندا هئا. جيئن حضرت يوسف تي بي بي زليخا عاشق هئي، اهڙيءَ طرح مصر جي زالن مان هڪ بي مثال زال، حضرت جمال شاهہ جي جمال تي عاشق ۽ شائق ٿي. جيئن گهڻو ڪري پريشان حال هوندي هئي ۽ ساعت بساعت بين ماڻهن کان سيد جمال

ڏاران پڄندي وتندي هئي، نيٺ سيد جمال مصر[1] مان پڇي دمياط جي شهر ۾ ويو. اهو دمياط جو شهر مصر (قاهره) ڪان ستن اٺن ڏينهن جو پنڌ پري هو. اُتي سيد جمال هڪڙي اهڙي جاءِ ۾ اچي رهيو جا حضرت يوسف جي وقت کان وٺي ڪري ويران ۽ غير آباد پيل هئي. ڪن ڏينهن کان بعد انهيءَ زال کي جا سيد جمال جي جمال تي پريشان حال هئي، خبر پئي ته فلاڻو سيد منهنجو معشوق فلاڻي هنڌ آهي، اُتي پهچي ويئي. اها خبر ٻڌي ڪري سيد جمال شاهه ڏاڍو ششدر ٿيو ۽ گهڻي سوز مان ڏڻي تعاليٰ جي درگاهه ڏي هٿ نياز جا کڻي عرض ڪيائين ته "خدايا هن حسن ۽ جمال منهنجي کي، جو منهنجي حال لاءِ وبال ٿيو آهي، مبدل ڪر. جيئن ڪو مون ڏانهن ميل ۽ خيال نه رکي." پوءِ جڏهن هٿ مبارڪ پنهنجي منهن تي آنڊائين ۽ منهن سان مليائين ته مڇون مبارڪ ۽ ريش مبارڪ ڪري پيا ۽ سندن موچارو حسن مبدل ٿي ويو. پوءِ حضرت سيد جمال پنهنجي زبان حق ترجمان سان فرمايو ته انهيءَ زال کي، جا منهنجي جمال لاءِ پريشان حال آهي، مون وٽ وٺي اچوس. جڏهن اُن زال کي اهو پيغام پهتو ۽ سلام خوش ڪلام مليو ته خوشيءَ جي جوش ۾ مدهوش ٿي ڊوڙي آئي. پر اوچتو سيد جمال جو زوال ڏسي تش دل ۽ ڪوڙي منهن تي، اُن کان منهن ڦيرايائين ۽ هلي ويئي ۽ حضرت سيد جمال ڇُٽي پيو.

ڪتاب "اخبار الاخبار" ۾ آيل آهي ته مصر جا عالم ڏاڙهي ۽ مڇين جي تراشي جي خبر ٻڌي، سيد جمال وٽ بحث ۽ جدال لاءِ آيا. سيد جمال ان وقت پنهنجي پاڻيءَ ۾ آيل هو. عالمن چيس ته حضرتا شريعت پيغمبريءَ کان اها ڳالهه مخالف ڪئي اٿوَ جو ڏاڙهي ۽ مڇون تراش ڪيون اٿوَ. اُن تي سيد جمال فرمايو ته ڏاڙهي گهرجيوَ ته حاضر! ائين چئي سر مبارڪ پنهنجو گوڏڙيءَ ۾ وجهي وري ڪڍيائون ته يڪدم ڏاڙهي سفيد سيني تائين ڏٺائون. هو پنهنجي پنهنجي گهر هليا ويا ۽ زبان بند رهين.

---

[1] هت مصر مان مراد دارالخلافة "قاهره" آهي. (م.ح)

مخفي نہ هجي تہ حضرت سيد جمال کي گهڻائي مريد صاحبِ ڪمال جا ٿيا. انهن مان هڪ بابا ابراهيم ولي، مرشد حضرت قلندر صاحب جن جو هو جيئن مٿي آيل آهي. ٻيو بابا احمد اندسي بہ ولايت جو صاحب ۽ ولي ڪامل هو.

ڪتاب سير الاولياءَ ۾ جاٽايل آهي تہ بابا احمد دلق پوش سيد جمال جو مرادوند مريد هو ۽ شهر دمياط ۾ جتي حضرت سيد جمال جو روضو مبارڪ آهي، رهندو هو ۽ سيد عبدالقدوس قلندر جنهن کي مخدوم بهاؤ الدين ذڪريا سير و سياحت ۾ ڏٺو هو سو مذڪور بابا احمد جوالقيءَ جو مريد هو.

ڪتاب اخبار الاخبار وارو صاحب لکي ٿو تہ: شيخ الاسلام بهاءُ الدين ذڪريا جڏهين بغداد کان شيخ الشيوخ جي خدمت کان موٽيو ٿي تڏهن هڪ منزل ۾ لٿو جتي ڪابہ عمارت نهيل نہ هئي. لاچار مسجد م پاڻ ۽ سندن مريد منزل انداز ٿيا. اتي حضرت شيخ الاسلام مولا سائين جي عبادت ۾ مشغول ٿيو. جڏهن عبادت مولا مان فارغ ٿيو تڏهين مراقبہ مان فارغ ٿي، اک کڻي مريدن ڏي ڏٺائين تہ انهن ۾ هڪ قلندر تي نظر پيس. سبحان الله! مٿي کان وٺي پيرن تائين نور ڏسڻ ۾ پي آين. پوءِ شيخ الاسلام قلندر جي نزديڪ ويو ۽ چيائينس تہ "اي مرد خدا! تون انهن ۾ ڇا ٿو ڪرين؟" هن جواب ڏنو تہ "ذڪريا! چاڻ، تہ سڀ ڪنهن عام جي وچ ۾ ڪو خاص بہ هوندو آهي تہ انهن عامين کي من خاص جي بهاني بخشين."

ڪتاب سير الاولياءَ ۾ آيل آهي تہ اهو قلندر سيد هو ۽ ظاهري باطني علمن کان واقف هو. سيد عبدالقدوس نالو هوس ۽ موصل جي شهر جو ويٺل هو. جڏهين جذبو خدائي ان تي غالب آيو تڏهين موصل مان حضرت رسول الله ﷺ ۽ بيت الله جي زيارت لاءِ نڪتو. اُتان ٿيندو مصر ۾ آيو. وري دمياط ۾ حضرت سيد جمال جي درگاهہ تي بابا اندلسيءَ جي معرفت خرقو فقيريءَ جو ڍڪيائون. جيئن مشهور آهي تہ اتاهون وري مغرب جي ملڪ ڏي رخ رکيائين ۽ ملڪ اندلس ۾ پنج مهينا رهيو ۽

صاحب الحال ۽ اهلِ جذبہ جو هو ۽ هميشہ استغراق ۾ گذاريندو هو. سندس درگاهہ عاليجاه بائن جي شهر ۾ آهي. بائن جو شهر نرد ۽ ارستان جي وچ ۾ آهي. انهيءَ ملڪ جا ماڻهو گهڻو ڪري زيارتي ايندا آهن.

تذڪره مشائخ سيوستان ۽ قلندرنامي فارسي ۾ لکيل آهي تہ حضرت قلندر لعل شهباز جڏهن مردن ڪاملن جي درجي ڪي رسيو تڏهين شيخ منصوره جي خدمت ۾ پهتو ۽ گهڻو فيض حاصل ڪيائين. جيئن سندن فرموده مان ظاهر ٿو ٿئي:

بيت

"منم عثمان مروندی کہ یاری خواجہ منصورم

ملامت می کند خلقے و من بر دار می رقصم"

پوءِ منصور جي فرمودي موجب قلندري طريقي جو ارادو ڪيائين ۽ بابا ابراهيم جي خدمت م رخ رکيائين. منهنجي نظر ۾ اها ساري ڳالهہ غلط آهي. ڇو جو حضرت منصور سنہ 309هہ ۾ وفات ڪئي ۽ حضرت قلندر لعل شهباز جو تولد سنہ 538هہ ۾ هو. هاڻي خيال ڪرڻ گهرجي تہ ڪيئن حضرت شهباز قلندر شيخ منصور سان صحبت ڪري سگهيو هوندو! سڄا سارا 229 سال حضرت شهباز شيخ منصور کان پوءِ تولد ٿيو. هن غلطيءَ جو سبب مذڪور مصرع "منم عثمان مروندي" آهي. مگر اها معنيٰ هن بيت مان سمجهڻ نہ گهرجي تہ صحبتي پاڻ ۾ هيا. هي محض ڪم فهمي آهي. بلڪ هن غزل بابت اڳتي هلي تحقيق ڪبي تہ حضرت شهباز قلندر جو چيل آهي يا نہ. يا ڪنهن ٻئي جو چيل آهي.[1] مگر حضرت شهباز بابا فريد گنج شڪر ۽ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جو هم عصر ۽ صحبتي هو ۽ شيخ صدرالدين عارف بن شيخ بهاءُ الدين ذڪريا سان بہ صحبتون ڪيون هونداءُون.

❋❋❋

---

[1] بيت ۾ جو "یارے خواجہ منصورم" آيل آهي تہ مان منصور جو دوست آهيان يا منصور وارو فقيري طريقو مون کي پسند آهي. هن مان "همعصر" جي معنيٰ ڪڍڻ درست نہ آهي. (مر.ج)

## فصل چوٿون

# قلندري طريقه جي تحقيق ۾

”تحقيقات الصوفيه“ ۾ لکيل آهي ته قلندر انهيءَ کي چئبو آهي جو تارڪ الدنيا هجي ۽ مجرد گذاري، جو هي مقام لذت نفساني کان لنگهيل هجي. ڪنهن شاعر انهيءَ اشاري سان حضرت قلندر لعل شهباز جي مدح ۾ لکيو آهي:

مصرع: ”تارڪ الدنيا وما فيها قلندر تنهنجو نام.“

حديقة السلوڪ ۾ آندو اٿن ته حضرت خواجه عبيدالله قدس سره فرمايو آهي ته پاڻ کي مناعن کان مجرد ڪرڻ يعني جيئن نفس چوي تيئن نه ڪرڻ ۽ جيئن حق تعاليٰ جي طرفان هجي تيئن ڪرڻ قلندري آهي.

شيخ المشائخ ذالنون مصري عليه الرحمة جي مريد شيخ بايزيد بسطامي کي ڪنهن شخص ڪم لاءِ سڏ ڪيو ته بايزيد صاحب وراڻيو ته ”ابا ٽيهون ورهيه آهي جو بايزيد کي پيو ڳوليان پر نٿو لهيم. توکان جيڪر لهي ته بيشڪ هٿ ڪري اچينس.“

بيت

”گم شدم چون سایه اندر آفتاب،
یا چو بوی در اجزاءِ گلاب“

ڪشف اللغات ۾ آيل آهي ته قلندر ان کي چوندا آهن جو هو ٻنهي جهانن کان آزاد يعني پالهو هجي. خاص خالص معبود پاڪ خالق

الافلاڪ ۾ محو هجي. اهو شخص جو ٻنهي جهانن يا انهيءَ جي اهل سان ميل رکندو ته اهو چئبو ته اهلِ غرور ۽ مذهب قلندري کان ڏور آهي.

قلندر اهڙي ماڻهوءَ کي چئبو آهي جو ڪمال صفائي باطنيءَ سان اهو موصوف هجي ۽ روح جي رستي کان ترقي ڪئي هجيس ۽ رسمي تڪلفات کان بي پرواهه هجي. ساري دنيا کان دامن مبارڪ پنهنجي چنبي پاڪ ڪئي هجيس ۽ سڀ ڳالهه دنيا جي کان هٿ ڪڍي ڇڏيو هجيس ۽ دل کي انهن ڳالهين کان پري رکي، جمال ۽ جلال حق تعاليٰ جي جو طالب ٿي حضور کي رسيل هجي.

صباح الهدايه ۾ آيل آهي ته قلندر خلق جي آبادي ۽ خرابيءَ جي پرواهه نه رکندو آهي ۽ ان جي ڪوشش رڳو پنهنجي رسم ۽ عادتن کي سڌارڻ ۽ جهان جي گرفتاري کان ڇٽڻ جي هوندي آهي. سندس سرمايو دل کي آزاد ڪرائڻ ۽ خوش رکڻ کان سواءِ ٻيو ڪي به ڪين آهي. دنيا جي تعلقات کان دل کي آزاد ڪري ذڪر حق ۾ خوش رهندو آهي. ساڳي انهيءَ ڪتاب مصباح الهدايه ۾ مذڪور آهي ته قلندري طريقي وارا فرض کان وڌيڪ نه پڙهندا آهن ۽ مخفي يا ظاهري پڙهڻ سان مقيد نه رهندا آهن ۽ ظاهري زاهدن ۽ عابدن جهڙين رسمن مان ڪا به رسم نه ڪندا آهن.

هو نه گهڻا نفل پڙهندا آهن ۽ نه گهڻي عبادت ڪندا آهن، نڪي دنيا جي دولت جمع ڪندا آهن. جيڪي ڪم (دنيوي) انسان کي ڪرڻا آهن، تن کي چنبو هڻي ڇڙي ڇڏيندا آهن ۽ (رباني) فرضن جي بجا آوري ۾ هميشه قائم ۽ مستقيم رهندا آهن. حافظ شيرازي صاحب پنهنجي ديوان ۾ اهڙو اشارو ڪيو آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي ته سندس قلندري مشرب هوس. اهو هي بيت آهي، جنهن ۾ خود بخود اهو اشارو ڪيو اٿس:

فرض ایزد بگذاریم و بکس بد نه کنیم،
آنچه گویند روا نیست نگوئیم رواست۔

مخفي نه هجي ته مشرب قلندري وارا، جو رڳو فرض تي قائم ٿيندا آهن ۽ فرضن تي قائم رهڻ جي ڳالهه ڪندا آهن، تنهنجو اصل قلندر نامه

فارسي جي مصنف، حديث شريف صحيح بخاري مان ڪڍيو آهي.

حديث: صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حضرت ابوهريره ۽ طلحه بن عبيدالله رضي الله تعاليٰ عنه جن کان روايت آهي ته هڪ اعرابي نجد جي آدمين منجهائون آنحضرت سيد الثقلين عليه الصلواة والسلام جي خدمت بابرڪت ۾ آيو. آهسته آواز اُن جو پڌوسين مگر سمجهڻ ۾ نٿي آيو. نبي ڪريم صلعم جن جي نزديڪ آيو ۽ چيائين ته هدايت ڏي مونکي اهڙي ڪم جي جيڪو بجا آڻجي ته بهشت حاصل ٿئي. رسول جن فرمايو ته عبادت خدا جي ڪر ۽ شرڪ نه ڪر خدا سان ۽ فرض نماز ادا ڪر ۽ زڪوات ڏي ۽ روزا رمضان جا رک. پوءِ اعرابي چيو ته ٻيو به ڪجهه آهي؟ هتي رسول ڪريم صلعم جن فرمايو ته نه مگر زياده نفل پڙهي." پوءِ اعرابي چيو ته "قسم آهي انهيءَ ذات عالي درجات الله تبارڪ و تعالا جو جنهن جي هٿ جي قدرت ۾ منهنجو ساهه آهي ته نه زياده ڪندس هن کان ۽ نه گهٽائيندس." پوءِ جڏهن اعرابيءَ موڪلايو تڏهن نبي ڪريم جن فرمايو ته "جيڪڏهن ڪنهن کي بهشتي ماڻهو ڏسڻو آهي ته پلي هو هن ماڻهو کي ڏسي" يعني (هي بهشتي آهي).

هن مان معلوم ٿيو ته رڳا فرض خدائي ساري سنپاري ادا ڪرڻ به جنت جي داخل ٿيڻ جو سبب آهي. ڇڻ انهيءَ اعرابي جو شرف به قلندري هو جو رڳو فرضن جي بجا آوري ڪيائين ۽ نبي ڪريم جي مجلس مان جنت جي بشارت ورتائين. هي پڻ صاف معلوم ٿيو ته قلندري طريقو نبي ڪريم جي ارشاد سان هليو آهي. گويا ان اعرابيءَ کي قلندري مشرب جي نظر فرماياڻون. مير ڪمال الدين شرح ديوان حافظ ۾ فرمايو آهي ته مشرب قلندري حضرت اميرالمومنين علي ڪرم الله وجهه تائين انتها ٿو ڪري ۽ پڻ مٿي لکيو ويو آهي ته ساڳيو مير ڪمال شرح ديوان جي ۾ جو اتي ٿو لکي ۽ صاف طرح بيان ڪيو آهي. منقول آهي ته اول وقت ۾ جڏهن ڪي آيتون قرآن مجيد جون نازل ٿينديون هيون ته حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام حضرت علي ڪرم الله وجه کي، جو اجا تائين ظاهراً

اسلام ڪي نہ پهتا هئا. هٿ وٺي مڪي مبارڪ جي وادي نيندا هئا ۽ مخفي طرح ڪيس آيتن جي تعليم ڪندا هئا ۽ تاڪيد بہ فرمائيندا هئا تہ هن اسرار ڪي مخفي رکج جيسين ظهورو ڪامل ٿئي. حافظ شمس الدين شيرازي پنهنجي ديوان ۾ انهيءَ روايت ڏي اشارو ۽ ارشاد فرمايو آهي، جيئن چيو اٿس:

**فرد**

*"وقت آن شیرین قلندر خوش کہ در اطوار سیر،*
*ذکر و تسبیح ملک در حلقہ زنار داشت".*

هن بيت ۾ لفظ "قلندر" جي نسبت حضرت علي ڪرم الله وجهہ ڏي آهي ۽ ذڪر تسبيح ملڪ مراد آهي "قرآني آيتون"، "حلقہ زنار" مان مراد سينو يا حفظ آهي.

مخفي نہ هجي تہ قلندرن ڪي مرتبو اولي لايد والابصار جو مليل آهي. جنهن جي معني آهي، هٿن ۽ اکين جا ڏٽي يعني رب تعالي سگهہ بہ گهڻي عطا فرمائي اٿن ۽ قلبي روشني بہ. خواجہ حافظ شيرازي رحمة الله عليہ "اولي الايدي" جي مرتبہ بابت توي ارشاد فرمايو آهي:

*"بردرِ میکدہ رندان قلندر باشد،*
*کہ ستانند و دھند افسر شاھنشاہی.*
*خشتِ زیر سرو برطارم ہفت سیرباد،*
*دست قدرت نگر و منصب شاہی."*

يعني حضور ۾ رند قلندر هوندا آهن، جي ڪِن ڪان ڇَت بادشاهي ڦُرين ۽ ڪِن کي ڏين. مٽي هيٺان سِرَ اٿن پر سير ستن آسمانن تي آهي، هي مرتبو قدرت ۽ سگهہ تہ ڏسو جو ڏٽي تعالي ڪهڙي تہ ڏني اٿن انتهي.

هاڻي انهيءَ جي مناسب هڪ ڳالهہ ياد آئي، جو حضرت اُستاد والا مواهب عالي مناسب مولانا محمد صديق سيتائي دام بقاء هڪ ڏينهن فرمايو تہ "حضرت قلندر صاحب شهباز عليہ رحمة باطني طور سان هن

ملڪ سنڌ جي ڏيڻ ۽ وٺڻ ۽ حڪم احڪام سارو هٿ قلندر صاحب جي آهي. جيئن هڪ پيري هڪ شخص ڏي سرڪاري نقدي رهيل هئي ته اوچتو سرڪار جا ماڻهو گرفتار ڪري وٺي آيس. انهيءَ شخص جو هڪ قريب الحال هو تنهن احمد سنداني بزرگ جي مقبري تي اچي مراقبو ڪري، عرض وسيلو جوئي جو ڪري ويهي رهيو. حضرت احمد سنداني عليہ رحمت حڪم ڪيس ته درگاهه قلندر صاحب جي وڃي حاضري ڏي. هو اجا درگاهه شريف ۾ آيو ئي مس ته باطن جي اکين سان صفا ڏٺائين ته حضرت قلندر صاحب ڪتهڙي جي جاءِ ۾ بادشاهن وانگي ويٺو آهي ۽ سندن اڳيان وزراءَ ۽ اُمراءَ يعني ولي ۽ ڪامل گردا گرد ٿيا ويٺا آهن ۽ ڪي دفتر به پيش نظر رکيل آهن. اوچتو هڪڙو نالا پڪاريندي اُن شخص جو نالو به ورتو. حضرت شهباز قلندر حڪم فرمايو ته ان شخص کي ڇڏي ڏيو. اجا هو اهل دل ڳوٺ آيو ته ڏسي ته هو گرفتار ٿيل ڇُٽي گهر پهتو. جو سنڌ جي نبير نچيڙ حضرت شهباز قلندر صاحب جي هٿ مبارڪ ۾ آهي، انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو عجب ڪونهي جو ولين جون سرحدون مقرر آهن.

ڪتاب اخبار الاخبار ۾ آيل آهي ته شيخ نظام الدين، شيخ حسام الدين ملتاني جي حق ۾ فرمايو آهي ته:

مصرع

"شہر دہلی در حمایت اوست"

حيف آهي انهن جي حال تي، جيڪي ولين جي ڪرامتن کان انڪاري آهن ۽ تصرفات جو انڪار ڪن ٿا.

چو بشنوی سخن اہل مگو کہ خطاست
سخن شناس نہ دلبر خطا ایں جاست

حق انهن جي پلئہ آهي ديگر ڪورانند. حافظ شيرازي وري قلندرن جي اولابصار جي مرتبہ ڏي اشارو فرمايو ته :

*ہزار نکتہ باریکتر ز موی اینجا است،*
*نہ ہرکہ سر براشد قلندری داند.*

يعني عشق جي نُڪتن جي پروڙ قلندرن کان سواءِ ٻيو ڪير ڪندو، چوته هي دل جي ڪمال ۽ صفائي ۽ روشنائي بصيرت وارا آهن. حافظ صاحب هڪ رباعي به قلندرن جي صفتن ۾ چئي آهي، سا هت لکي ظاهر ٿي ڪجي ته پاڻ پڙهي عبرت وٺن:

*یارب بقلندرانِ درگاه۔ از سر قلندری بکن آگاه*
*درعشق نمود قلندری بخش۔ تا غیر رود ماند اللہ۔*

اهڙي طرح گهڻا عاشق قلندري جي منزل کان حيران آهن.

## فصل پنجون

# شهباز جي ظاهري علم جي باري ۾

اسان مٿي قلندرنامي مان نقل ڪري آيا آهيون ته سندن ذڪاءَ ايتري حد کي پهتو هو جو ستن ورهين جي عمر ۾ قرآن ڪريم ياد ڪيو هئائون، جنهنڪري قرآن جا حافظ به چئبا ۽ علوم عربي ۾ ته اهڙو درڪ هونِ جو هن جو بيان هي قلم قاصر ڇا ڏيندو؟ تواريخ فيروزي [1] ۾ لکي ٿو ته حضرت شهباز قلندر مروندي ملتان شريف ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهين خان شهيد سندن اچي قدم بوسي ڪئي ۽ سندن لاءِ هڪ مجلس مقرر ڪيائين، جنهن ۾ عربي غزلن جو سرود چواراياڻين. حضرت شيخ صدرلدين عارف ۽ حضرت شهباز بلند پرواز سيد عثمان مروندي ۽ ٻين درويشن وجد جي حالت ۾ رقص ٿي ڪيو. هن مان صفا معلوم ٿو ٿئي ته علم عربي کان به نهايت واقف هئا، جو خان شهيد سندن لاءِ عربي سرود جي مجلس مقرر ڪئي. ظاهري طور ڪابه تصنيف ڪانه ڪيائون جو ڏسڻ ۾ اچي. مشهور آهي ته "عشقيه" نالي هڪ ڪتاب حضرت عثمان مروندي جو ٺهيل آهي پر اها بلڪل غلط فهمي آهي. "عشقيه" ڪتاب جو مشهور آهي ۽ سلوڪ و تصوف جي باب ۾ نهايت لذيذ بي حساب آهي، سو عاشق، ڪامل، عارف، عامل، شيخ عثمان انصاري قادري نقشبندي جو ٺهيل آهي، جو ڏسڻ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو.

شيخ عثمان انصاري عليه الرحمة قادري طريقي ۾ شاگرد شيخ جلال خليفه غوث الثقلين (پيرانِ پير رحه) جو هو ۽ نسبت نقشبندي طريقي جي

[1] تاريخ فيروزشاهي ڪري پڙهڻ گهرجي. (م ـ ج)

حضرت خواجہ باقي بالله قدس سره کان ورتي هٽائين. خود عشقيہ جي ديباچہ کان جو هن حقير وٽ موجود آهي، معلوم ٿو ٿئي تہ انهيءَ غلطي جو سبب رڳو هي آهي تہ حضرت شهباز بلند پرواز جو نالو بہ عثمان آهي ۽ "عشقيہ" جي ٺاهيندڙ جو نالو بہ عثمان آهي. هاڻي ڪوبہ شخص مطالع ڪندو تہ انکي ڪو ذرو پرزو احوال جو مخفي نہ رهندو. چاڻ گهرجي تہ ڪڏهين ڪن مثالن تي بيت جامي صاحب جا منجهس ڪم آندل آهن ۽ جامي صاحب صدها سال حضرت شهباز کان متاخر هو. پوءِ ڪيئن چئبو تہ شهباز جو اهو عشقيہ ٺهيل آهي. وڏي ڳالهہ تہ خود مصنف پاڻ کي "عثمان انصاري" ڪري لکيو آهي، پر حضرت شهباز بالاتفاق سيد حسيني آهي.

معلوم هجي تہ هيءَ تحقيق عالم رباني ميان عبدالواحد سيوستاني پنهنجي فتويٰ ۾ جاٽائي آهي، جنهن تان مون اختصار سان آندو آهي ۽ ڪجهہ نڪتا بہ وڌايا اٿم. مگر عبدالواحد صاحب اتي هڪ مسامحت ڪئي آهي، جو لکيو اٿن تہ ڪڏهن وجد جي وقت ۾ ڪي اشعار شهباز چيا آهن. جهڙوڪ هڪ غزل هيٺ معلوميت لاءِ ڏجي ٿو:

### (غزل عثمان مروندي)

۱۔ ز عشق دوست ہر ساعت، درونِ نار می رقصم،
گہی برخاک می غلطم، گہی بردار می رقصم.

۲۔ شدم بدنام در عشقش، بیا ای پارسا اکنون،
نمی ترسم ز رسوائی، سر بازار می رقصم۔

۳۔ بیا اے مطرب و ساقی، سماعِ شوق را درده،
بمن در شادی و وصلش، قلندر وار می رقصم۔

۴۔ اگر صوفی شدن خواہے، بیاتا خرقہ ای پوشم،
مرا خلقے ہمی گوید، گدا چندین ہمی رقصم۔

۵۔ منم عثمان مروندی کہ یاری خواجہ منصورم،
بدل ازیں اسرار۔ ازان زنار می رقصم۔ [1]

---

[1] هي غزل ٿوريءَ ڦيرا ڦيريءَ سان هر ڪتاب ۾ آيل آهي. مقطع ۾ بہ ٻہ ست بين ڪتابن ۾ اهڙي

سندن ٻيو غزل آهي:

*من آن درم که در بحر جلال الله بود ستم الیٰ آخرہ۔*

حقيقت ڪري اهو ٻهريون غزل عشقيه ۾ لکيل آهي. جو عثمان انصاري جو تصنيف ڪيل آهي. تنهنڪري ماڻهن کي گمان اصل هوندو هو ته عشقيه قلندر شهباز جو ٺهيل آهي، پوءِ اهو غزل به عشقيه ۾ لکيل هو. تڏهين نسبت ڪيائون قلندر سائين ڏي! اهڙي طرح مون نندائيءَ ۾ گهڻا غزل ٻڌا آهن، جي قلندر جي نالي سان مشهور هئا. پر جڏهين عشقيه ۾ جاچيم تڏهن ته اهي غزل عشقيه ۾ موجود مليم. رڳو نالي ۾ ڦيرڦار ٿي آهي. جهڙوڪ هيٺيون غزل عشقيه ۾ هڪڙي ٻئي نالي سان لکيل آهي:

*رسیدم من بدریائی که موجش آدمی خوار ست۔ الیٰ آخرہ۔*

۽ هي ٻي مناجات:

*خداوندا کریما بادشاہا۔ عزیزا منعما آمرز گاہا۔*

جا عشقيه جي مصنف انصاري صاحب جي لکيل آهي ۽ هي ٻيو غزل "من آن درم" وارو به قلندر سائين جو نه آهي ٻن دليلن جي ڪري هڪ ڪتاب تمام خوشخط ڏٺم جو هينئر مون وٽ موجود آهي. هيءَ ڪتاب شمس

---

طرح آيل آهي:
*ملامت می کند خلقے و من بردار می رقصم*

ٻي سٽ جنهن ۾ منقطع جو ڪجهه حصو ۽ سٽ نمبر 4 جو ڪجهه حصو خلط ملط ٿي ويو آهي، سا هن طرح ڪتابن ۾ آيل آهي:

*مرا خلقے ہمی گوید، گدا چندیں چہ می رقصی*
*بدل داریم اسراری، ازاں اسرار می رقصم*

معلوم هجي ته اهڙي قسم جو غزل ٿوريءَ تبديليءَ سان حضرت خواجه اجميري رحه جي مرشد حضرت خواجه عثمان هارونيءَ ڏي به منسوب آهي، جنهن جو مطلع ۽ مقطع عرض رکجن ٿا. باقي وڌيڪ تحقيق اسان جي ڪتاب ۾ ايندي:

مطلع: *نمی دانم که چوں آخر دم دیدار می رقصم،*
*مگر نازم بہ ایں ذوقے، کہ پیش یار می رقصم*

مقطع: *منم عثمان ہارونی کہ یارے شیخ منصورم*
*ملامت می کند خلقے و من بردار می رقصم۔*
(م۔ ج)

تبريز جو ڪري لکيو اٿن ۽ پڇاڙيءَ ۾ هي بيت (مقطع) هن طرح آيل اٿس:

الایا شمس تبریزی چرا مستی دریں عالم،
کہ جز ھو ویا من ھو دگر چیزے ندانستم۔

۽ ماڻهن ۾ وري هن طرح مشهور آهي:

ایا عثمان مروندی چرا مستی دریں عالم۔

ٻيو دليل ته اهو ساڳيو بيت شمس تبريز جي ٻئي غزل ۾ به داخل آهي، جيڪو ”تحفة المشاق“ فارسي ۾ لکيل آهي، يعني:

چہ تدبیر مسلمانان کہ من خود را نمی بینم،
نہ ترساؤ یہودی ام نہ گبر و مسلمانم۔

۽ پڇاڙيءَ واري بيت ۾ وري هن ريت سان آيل آهي:

الایا شمس تبریزی چرا مستی درین عالم،
کہ جز ہو ویا من ہو دگر چیزی نمی دانم۔

يعني ”دانم“ جي بجاءِ ”دانستم“ لکيل آهي. هاڻي جڏهن ڪنهن ڪتاب ۾ اهو غزل شمس تبريز جي نالي آهي ۽ پويون بيت به ساڳيو شمس تبريز جي نالي لکيل آهي تڏهين چئبو يقين سان ته اهو غزل شمس تبريز جو آهي. ۽ حضرت شهباز جو نه آهي. اها تحقيق هن حقير صغير نهايت تدقيق سان پيشڪش رکي آهي. عوام ڪالانعام انهيءَ تحقيق سان راضي رهن يا نه رهن سندن مرضي آهي. برمابلاغ باشديس. والله اعلم.

حضرت قبله ڪان روايت آهي ته حضرت شهباز جن اڙدو ريخته زبان پڻ ڳالهائيندا هئا ۽ سنڌ ۾ سندن زبان درفشان شايد جاري هوندي هئي، ته ان ۾ ڪو شڪ نه آهي. والله اعلم بالصواب!

فصل ڇهون

# حضرت شهباز جي سير ﭴ بابت

حضرت شهباز بلند پرواز سير ۽ سياحت بلڪل گهڻو ڪيو آهي. جيئن تہ پاڻ عربستان حج جي ارادي سان بہ تشريف فرما ٿيا جو اتان وري بغداد آيا. مگر سندن سيرن جو ڪتابن ۾ جو محقق احوال ڏسڻ ۾ آيو سو لکيوسون. ڪتابن مان معلوم ٿو ٿئي تہ حضرت شهباز پنهنجي مرشد ارشد سان سيوستان ۾ آيا، جو سيوستان ۾ ڏاڍو فساد هو. هنجي بند ڪرائڻ لاءِ جڏهين تشريف فرما ٿيا، تڏهين پيا بہ ملڪ گهمندي گهمندي اچي بغداد شريف ۾ پهتا. اتي سيد علي سرمست مريد ٿي سندن همراهہ ٿيو ۽ ساڻن گڏجي سيوستان تائين آيو. بغداد شريف عراق عرب جي ملڪ ۾ آهي، تنهن ڪان پوءِ ملتان شريف ڏي تشريف فرما ٿيا جو بغداد ڪان اوير ڏي آهي.

تواريخ فيروزي[1] ۾ لکي ٿو تہ حضرت شهباز جڏهين ملتان شريف ۾ آيو تڏهين خان شهيد، جو معرفت ۽ اعتقاد وارو هو حضرت شهباز جي اڳيان نهايت تواضع ڪيو ۽ نذرانہ گهڻا خدمت ۾ حاضر ڪيائين. گهڻي ڪوشش ڪيائين تہ حضرت شهباز ملتان ۾ ساڪن ٿئي ۽ سندن لاءِ خانقاه ٺاهجي. پر حضرت شهباز انهيءَ تي راضي نہ رهيو ليڪن ڪجهہ ڏينهن اتي بہ رهيا. هڪ ڏينهن خان شهيد هڪ مجلس تيار ڪرائي جنهن ۾ عربي سرود ٿي ٿيو. اتي حضرت شيخ صدر الدين عارف ۽ شهباز

[1] جئن اڳ لکيو ويو آهي تہ هن ڪي "تاريخ فيروز شاهي" پڙهجي. (م.چ)

ڪي گهرائي عربي غزل چوارايائين ۽ ٻئي بزرگور يعني شيخ صدرالدين عارف ۽ شهباز ۽ ٻيا درويش وجد جي حالت ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳا. خان شهيد هٿ ٻڌيو پيرن ير بيٺو هو ۽ زار و زار پئي رُنائين! پروڙڻ گهرجي ته خان شهيد ڪي ايترو اثر ٿيڻ خاص جذبه قلندري جي پرتوي پوڻ ڪري هو. ڏس رندن ۽ قلندرن جي حضور جو فيض!

تواريخ معصومي ۾ به اها ڳالهه آندي اٿس. مخفي نه رهي ته خان شهيد جو نالو محمد هو. پٽ هو بادشاهه غياث الدين بلبن جو ۽ سندس طرفان ملتان جو حاڪم هو ۽ امير خسرو دهلوي وٽس وزير هو. امير خسرو گهڻا قصيدا انهيءَ بادشاهه جي تعريف ۾ چيا آهن. هن خان شهيد حضرت شيخ مصلح الدين شيرازي رحمة الله عليه ڏي پڻ عرض نامو لکيو هو جنهن ۾ شيخ سعدي جي اچڻ جي خواهش ڏيکاري هئائين. شيخ صاحب عليه الرحمة جواب لکي موڪلين ته هينئر ٻڍا ٿيا آهيون ۽ هندستان جي سير ڪرڻ جي خواهش نه اٿئون. هن بادشاهه کي خان شهيد انهيءَ ڪري سڏين ٿا، جو هو 683هه چنگيز خاني ڪفارن جي هٿان شهادت جي رتبي کي رسيو ۽ تنهنڪري خان شهيد جهان ۾ مشهور ٿيو.

صاحب تواريخ معصومي لکي ٿو ۽ سلطان محمد بن سلطان غياث الدين بلبن صاف اعتقاد ۽ پاڪيزه ارادو جو ولين ڏانهن هوس، گهڻو ڪري شيخ بهاؤ الدين ذڪريا رحه ۽ شيخ فريد الدين شڪر گنج رحه وٽ گذاريندو هو. گهڻو پهلوان ۽ ڪريمدل ۽ عالمن، ولين جو دوست هو. امير خسرو دهلوي ۽ امير حسن دهلوي هميشه وٽس وزيري جي منصب تي گذاريندا هئا ۽ انهن ٻنهي بزرگوارن جي ڪلام کي گهڻو پسند ڪندو هو. اديب نجيب اهڙو هو جو جڏهين حڪومت جي مجلس ۾ ويهندو هو ته توڙي سڄي رات ڏينهن وينو هوندو هو ته به گوڏا نه چوريندو هو ڪنهن ڳالهه تي جيڪر قسم ڪڻندو هو ته حقاً جو لفظ ڪم آڻيندو هو. هي به هڪڙي عجب جهڙي ڳالهه آهي. والله اعلم بالصواب!

قلندرنامي فارسي وارو لکي ٿو تہ اهڙي يڪجا وهڻ مان معلوم ٿو ٿئي تہ خان شهيد کي شايد باطني استغراق ڪمال هو. اهو ضرور حاصل هوندس جو قلندر سائين جهڙي مرشد سان صحبت ڪئي هئائين. ازين قسم ٻين مشائخن سان هم صحبت رهيو هو. اهوئي سبب آهي جو پڇاڙيءَ ۾ شربت شهادت جو نصيب ٿيس، جو نهايت ڪاميابيءَ جو نتيجو آهي ۽ ابدي حياتي حاصل ٿيس. منهنجو خيال آهي تہ جڏهين امير خسرو ۽ امير حسن دهلويءَ خان شهيد وٽ مدام ملازم هوندا هئا تڏهين شڪ نہ آهي تہ حضرت شهباز قلندر جي قدم بوسي نصيب ٿي هوندين. والله اعلم!

ملتان کان پوءِ سيوستان ۾ سنہ 649هہ ۾ تشريف فرما ٿيا. جيئن ڪنهن قابل سندن سيوستان ۾ تشريف فرمائڻ جي تاريخ پارسيءَ ۾ هن طرح چئي آهي:

قطعه:

چوں باز آشیان قدس شہباز — سیوستان را نمودہ جنت آسا،

خرد تاریخ آں از روئی اخلاص — نمود آفتاب دین بگفتا۔

اخلاص جو پهريون لفظ الف تنهنجا عدد بہ پوئين مصرع جي "نمود آفتاب دين" جي لفظ جي عددن سان حساب ڪبا تہ سنہ 649هہ معلوم ٿئي ٿو.

تذڪره مشائخ سويستان ۾ آيل آهي تہ حضرت شهباز سيوستان کي پنهنجي قدم سعادت لزوم سان مشرف فرمايو تڏهين اول ان جاءِ تي آيا، جتي هاڻي سندن درگاهہ عالي جاه آهي. ان وقت اها جاءِ ڪسبياڻين جي مياڻي هئي، جتي حضرت شهباز جي آمدن شرط جيڪي ماڻهو اُن رات ڪسبياڻين وٽ بدڪاريءَ لاءِ ويا، تن سيني کي مُرسي ڪانہ ٿي. جڏهين ڏينهن ٿيو تڏهين سڀ ڪنهن هڪ ٻئي کان احوال پڇيو. پوءِ سڀ ڪنهن اها دانهن ڪئي. سڀ حيران رهيا! گهڻي حيرانيءَ بعد سمجهيائون تہ اهو اثر تجربہ جهڙو هن درويش اهل الله جو آهي، جو هن بزرگ جو هتي اچڻ ٿيو آهي. اها ڳالهہ سمجهي سڀ زالون ۽ مرد، شهباز

بلند پرواز جي قدمن مبارڪن تي ڪري پيا. حضرت شهباز جي نظر فيض اثر ڪان سيني کي اثر ٿيو. ان اثر ڪان سيني دلئون و جانئون توبهه ڪئي.

انهيءَ ڪتاب ۾ بي روايت ۾ لکي ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت شهباز خيال ڪيو ته ڪو زمين جو ٽڪر سبزيءَ لاءِ پوکجي. تڏهين ڪمين کي پاڻ سان وٺي اُن جاءِ تي جتي هاڻي سندن درگاهه فيض بارگاهه آهي، آيا ۽ اتي ڪمين کي فرمايائون ته پهريائين هن زمين جي چوڌاري لوڙهو هڻو. اهو ڪم سندن حڪم موجب ٿي رهيو هو ته پاڻ عصا شريف هٿ ۾ جهلي بيهي رهيا. جڏهين اُن زمين جي مالڪ کي، جو تُرڪ هو خبر پئي تڏهين غضبناڪ ٿي ان جاءِ تي آيو ۽ اچي شهباز سان بي ادبي سان هم ڪلام ٿيو ۽ اچي جهليائينس. حضرت شهباز سندن عصا شريف اُن کي هنئين ته في الفور اهو شخص مري پيو. حضرت شهباز ڪمين کي فرمايا و ته انهيءَ کي اتي جو اتي ڪري پوريو. ڪمين امر موجب اُن شخص کي اتي جو اتي ڪري دفنايو. جڏهن اُن جي وارثن کي خبر پهتي تڏهين يڪدم اتي آيا ۽ حضرت شهباز ڪان اُن تُرڪ بابت دريافت ڪيو. حضرت شهباز فرمايو ته اسان آدمي ڪونه ماريو آهي. مگر هڪ ڪتي ديواني کي ماريو آهي ۽ اُن کي ڪنو ڪيو آهي. اها ڳالهه انهن ڪانه مڃي. حضرت شهباز هٿ مبارڪ سان اشارو فرمايو ته اجهو خاڪ ۾ دفن ٿيل آهي. اجا زمين کوٽياٺون ته برابر هڪ ڪتو مئل پوريل نظر آيو. اها عصا شريف اهائي هوندي جا اڄ تائين سندن روبڪاري ۾ رکيل آهي.

هاڻي هِن روايت ۽ هُن روايت کي پاڻ ۾ ڪيئن ملائجي؟ منهنجي نظر ۾ اهي ٻئي روايتون پوريون آهن. هن طرح جيڪا زمين هاڻي درگاهه جي هيٺان آيل آهي. تنهن مان ڪو ٽڪرو مياڻي هئي ۽ ڪجهه ڀاڱو هن ترڪ جو پيل هو جنهن جي پوکڻ جو خيال حضرت شهباز ڪيو ۽ سندس مالڪ روڪڻ لاءِ آيو.

سوال: جيڪر ڪو شخص سوال ڪري ته حضرت شهباز جڏهين

صاحب ولايت ۽ ولي هو تڏهين پرائي مال تي ڇو تصرف ڪيائون ۽ هن شخص کي ڇو بيگناهه مارياڻون؟

**جواب:** ان سوال جو جواب ڪيترن طرحن سان ڏئي سگهجي ٿو. هڪ هيءَ ڳالهه ته سراسر حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت خضر عليہ السلام واري ڳالهه آهي. مثال وانگي جا ڳالهه خود قرآن شريف ۾ مذڪور آهي، جيئن ته حضرت خضر عليہ السلام واري ڳالهه ۾ ظاهراً حضرت خضر عليہ السلام جي ڪم ڪيا سي تمام زورآوري جا پئي، ڏسڻ ۾ آيا تانڪه هڪ نينگر کي، جو معصوم هو تنهن کي به قتل ڪيائين. جنهن تي حضرت موسيٰ تمام غصي ۾ اچي ويو ۽ حضرت خضر عليہ السلام پڻ حضرت موسيٰ کي چيو ته تون مون سان صبر ڪري ڪين سگهندين. ليڪن حقيقت ڪري ضرور ڪا عمدي معنيٰ رکيل هوندي، جنهن جي پروڙ اسان جي ذهن قاصر ۾ نه پئي اچي. جيڪر ان وقت ته ڪنهن کونه پڇيو آهي، ڇوته تڏهين ڪو اعتراض ڪري نه سگهيو. جيئن ڪنهن فارسي واري چيو آهي ته:

**بيت**

چو بشنوی سخن اہل دلِ مگو کہ خطا است،
سخن شناس نہ دلبرا خطا اینجا است.

پيو ته فقيرن جي نظر ۾ ڪا شيءِ ڪنهن جي ملڪيت نه آهي. ساري دنيا خداوند تعاليٰ جي ملڪيت آهي، جيئن قرآن مجيد ۾ آهي قوله تعاليٰ: "الارض الله يورثها من يشاءُ من عباده" فقيرن جو چوڻ آهي ته هن دنيا ۾ جيڪي اسباب آهن سي ڪنهن جي ملڪيت نه آهن. ماڻهو رڳو اجايا خيال پيا رکن ته هي شيءِ به منهنجي آهي ۽ هوءَ شيءِ به منهنجي آهي. حقيقت ڪري اها ڳالهه ماڻهن جي غلط آهي، سڀ شيءِ ڪريم ٿهار جي آهي. جيئن ته الله تبارڪ و تعاليٰ قرآن شريف ۾ ذڪر ڪيو آهي: لمن الملک اليوم لله الواحد القهار.

ٽيون تہ جڏهين مرشد جي امر موجب فساد بند ڪرائڻ لاءِ آيا تڏهين ضرورت ڪري ايترو تصرف ڪين فساد جي گم ڪرڻ لاءِ مباح هو.

چوٿون تہ ڏک هڻڻ سان جو ماڻهو مري پيو سو حضرت شهباز بلند پرواز قتل جي نيت سان ڏک نہ هنيو هجيس شايد ان شخص کي بي ادبي کان روڪڻ لاءِ ۽ ادب سيکارڻ لاءِ چشم نمائي طور هنيو هجي پر قضا قادر جي، جو هو مري پيو هجي، جنهن کي خطائي خون چئبو آهي.

پوءِ مخفي نہ هجي تہ "تواريخ سروري" ۾ حضرت شهباز جو لقب سيف اللسان بہ هو يعني ترار جهڙي زبان درفشان وارو چوتہ جيئن فرمائيندا هئا، تيئن بي اختيار ٿي پوندو هو. تنهنڪري اها ڪرامت انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ٿي ڏئي تہ حضرت شهباز جيڪي زبان درفشان مان فرمايو ائين ٿي پيو.

هاڻي هن ڳالهہ جي موافق اخبار الاخيار ۾ شيخ عبدالحق دهلوي قدس سره بہ لکيو آهي جا هن طرح آهي: هن پنهنجي مرشد شيخ عبدالوهاب قادري شاذلي جي بيان ۾ نقل آندو آهي تہ حضرت مرشد عبدالوهاب ٿي فرمايو تہ هڪ ڏينهن مسافري ڪندي، ملبار جي ولايت جي هڪ شهر ۾ وياسين. انهيءَ شهر جو قاضي عبدالعزيز نالي شافعي مذهب جو درويش ۽ مسافرن جو دوست هوندو هو. اسان کي بہ جڏهين اهڙي لباس ۾ ڏٺائين تڏهين ويجهو اچي وينو ۽ اچي صحبت ڪيائين. اسان پڇيس تہ اوهان جي شهر ۾ ڪو فقير صالح نيڪ بخت آهي جنهن سان اسين صحبت ڪريون. چيائين تہ هڪ مڙس آهي اهل وطن جو جنهن کي شهر جا ماڻهو گهڻو ڪري مڃين ٿا. جڏهين ظاهري ڪري شريعت کان مخالف آهي ۽ مخالفت ڪري منجهس منهنجو اعتقاد نٿو ٿئي. پٺي ڏينهن قاضي جي نشان ڏيڻ تي، انهيءَ مڙس کي ڏسڻ وياسين. ڏٺوسين تہ هڪ عاليشان مڪان ۾ وينو آهي ۽ ٻيا بہ ٽي چٽا اتي بہ وينا اٿس ۽ پڻ ڪي زالون بہ اُتي ويٺيون هيون. پوءِ جڏهين اسين وياسين تڏهين ڏاڍو خوش ٿيو. مرحبا ڪيائين. ڪلاڪ کن کان پوءِ شراب جو پيالو پري پيڻ لڳو ۽ اسان کي بہ آڇيائين تہ پيئو. اسان چيو تہ هي حرام

آهي اسان نہ پيئنداسين اوهان بہ نہ پيئو گھٽي ريڙھہ پيڙھہ ڪيائين مگر اسان نہ پيتو. نيٺ چيائين تہ اوهان نٿا پيئو ڏسو تہ اوهان جو ڪھڙو حال ٿو ڪريان. آخر اسين رنج ٿي اُٿياسين ۽ پنهنجي واقفن وٽ آياسين. ماني تيار هئي مگر نہ وٺي، اُتي ئي ننڊ وٺي ويئي ۽ ڪٿهن ڪي اها خبر نہ پئي. ڏاڏهيائين تان اوچتو خواب ۾ ڏٺم تہ هڪ باغ ميون سان ڀريل آهي ۽ انهيءَ جي واٽ ۾ ڪنڊا ۽ ڪک بلڪل گھڻا پيل هئا. جنهنڪري اُن باغ ۾ اندر وڃڻ مشڪل نظر پئي آيم. اوچتو ڏٺم تہ اهو مرد شراب نوش پيالو هٿ ۾ ڪنيو اسان ڏي پيو اچي ۽ پيو چوي تہ هي پيءُ تہ هن باغ ۾ ٿوڪي پهچايان، ۽ انهيءَ خواب ۾ مون انڪار ڪيو. انهيءَ ۾ هوش تہ مان بيدار ٿي پيس ”لاحول ولاقوة“ پڙهيم. پوءِ وري بہ ننڊ وٺي ويئي. وري بہ ساڳئي حالت ۾ ڏٺم. وري بہ جاڳيس ۽ حضرت سرور ڪائنات ڏي رجوع ڪيم ۽ ملتجي ٿيس تہ حضرت سائين انهيءَ واقعي بابت منهنجي مدد ڪن. انهيءَ کان پوءِ ننڊ آيم. ڏسان ٿو تہ نبي ڪريم جن تشريف آور آهن مان بہ سندن خدمت شريف ۾ حاضر آهيان ۽ عصا شريف بہ سندن هٿ مبارڪ ۾ آهي . اوچتو ئي اهو شخص شرابي حاضر ٿيو. حضرت جن عصا شريف انهيءَ بدعتي کي هنئين تہ ڪتي جي شڪل ٿي پيس ۽ حضرت جن جي اڳيان اُٿي ڀڳو! پوءِ اتي نبي ڪريم صلعم جن فرمايو تہ اهو بدعتي ڀڳو، وري هن شهر ۾ نہ ايندو. آخر اهو واقعو ڏسي بيدار ٿيس ۽ وضو تازو ڪري، ٻہ رڪعتون نفل شڪراني لاءِ ادا ڪيم، نماز پڙهي ڪري وري بہ اُن شخص ڏي ويس. ڏٺم تہ ڪوبہ ماڻهو اتي ڪونہ آهي. اڳيئي ڀڄي ويو هو. ماڻهو چيو تہ بہ ٽي ڪلاڪ ڪن ٿيا جو پنهنجي مڪان کي ويران ڪري ڀڳو آهي، جو اُن جو پتو ئي ڪونهي.

هاڻي انهيءَ مٿئين ڳالهہ مان معلوم ٿيو تہ بدعتي بي ادب کي حضرت جن پاڻ عصا شريف سان ماري ڪتو بڻايو. اهڙيءَ طرح حضرت شهباز بلند پرواز جي عصا شريف ۽ حضرت موسيٰ عليہ السلام واري عصا شريف ۾ خداوند تعاليٰ اهو اثر رکيو آهي. مطلب تہ قلندري عصا شريف ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام واري عصا شريف وانگي عجيب

حڪمتون رکايون ويون هيون. پوءِ ڪنهن بہ ڪتاب مان معلوم نہ ٿيو تہ انهيءَ جاءِ ۾ سبزي لاءِ پوک پوکايائون يا نہ. الغيب عندالله!

متئين تاريخ موجب, جا ڪنهن قابل جي چيل آهي معلوم ٿو ٿئي تہ سيوستان ۾ هڪ سال رهيا آهن ۽ ڪتاب قلميءَ مان ۽ پڻ حڪيم قديم ثقه جي زبان مان معلوم ٿو ٿئي تہ جيترا ڏينهن سيوستان ۾ رهيا آهن اوترا ڏينهن هڪ هندو کين اَن, گيهہ, کنڊ جو ڍوڍو پچائي ڏيندو هو جو ائين پهر کائيندا هئا. هن هندوءَ جو نالو مهتہ منجر هو پٽ مهتہ ميرو جو جنهن جي آکهہ اج تائين هن شهر ۾ موجود آهي ۽ جنهن کي "ميراڻي" ڪري چوندا آهن. اهڙيءَ طرح حڪم الاهيءَ موجب سيوتان ۾ تشريف فرما ٿي, فساد کي بند ڪري بياد حق هميشہ مشغول هوندا هئا.

مخفي مبادة "خزينة الاصفيا" ۾ جيڪي لکيل آهي تہ منڪر يعني نشي واريون شيون واپرائيندا هئا, سا ڳالهہ محض نامعتبر آهي. ڪنهن بئي محقق تواريخ مان اهو احوال نہ ٿو ملي. مگر سندن قلندري مشرب جي ڪري ملامتي طريقو هونِ. آخر سيوستان ۾ بخيريت گذاريندي, هن دارالفنا مان دارالبقا ڏي انتقال فرمايائون ۽ اهو واقعو شعبان مهيني جي ايڪويهين تاريخ سنہ 650هہ ۾ ٿيو.

ڪنهن قابل سندن تولد ۽ وفات جي تاريخ ٻن بيتن ۾ هڪ جاءِ فرمائي آهي:

**قطعه:**

بجو تاریخ شمس الدین عثمان
بدر کن رنج از فلک کرامت،
538هہ

زئن عمرش ولی الله وفاتش
112

سروش غیب میگوید برحمت.
650هہ

يعني سندن تاريخ تولد "از فلڪ ڪرامة" جي عددن مان رنج جا عدد ڪڍبا يعني ڪاٽ ڪبا تہ سنہ 538ھ هجري نڪري ايندا. سندن ڪل ڄمار لاءِ "ولي الله" جي لفظ جا عدد ڪڍبا تہ جملہ 112 ورهيہ ٿي پوندا ۽ سندن وفات لاءِ "برحمة" جا عدد ڪڍبا تہ سنہ 650ھ ٿي پوندو. مخفي نہ هجي تہ "خزينة الاصفيا" ۾ جيڪو سن وفات حضرت شهباز جي جو 724ھ لکيو اٿس سو محض غير معتبر آهي ۽ تواريخن محققن کان مخالف تنهن تي سَرِ مُو بہ اعتبار نہ آهي. کين غسل ڏئي، جتي لوڙهو هنيو هئائون اتي دفن ڪيا ويا. سندن غسل جي جاءِ درگاهہ عالي جاه جي اولهہ پاسي ڪچهري ۾ موجود آهي، جتي هاڻ هڪ ننڍي قبي ٺهيل آهي، اها سندن غسل جي جاءِ آهي. شعبان مهيني جي ارڙهين تاريخ کان ويهين تاريخ تائين سندن ساليانو مجموعو يعني ميڙو ٿيندو آهي، جنهن کي عربيءَ ۾ "عرس" چوندا آهن. سنڌيءَ ۾ ميڙو يا ٻارهو چئبو آهي. انهيءَ عرس تي ملڪن ملڪن جي خلق بي انداز گهڻي ايندي آهي. شيخ عبدالحق، جو نهايت محقق ۽ محدث هو تنهن ڪتاب اخبار الاخيار ۾ ڪيترن ولين جي نالي لکيو آهي، تہ سندن فلاڻي تاريخ تي عرس ٿيندو آهي. قلندري ساليانہ مجموعہ تي جهنڊي جي هيٺان جيڪو صحن آهي، اتي فقيرن جو رقص عجب حيرت انگيز ٿيندو آهي. ساليانہ ماهانہ مجموعہ ۾ اگرچہ ناروا ڪم بہ ٿيندا آهن، پر مارا ازان چہ ڪار؟ قاعده ڪليہ آهي تہ:

هرجا کہ گل است خار است،
و هرجا کہ گنج ست مار است.

معلوم هجي تہ هي ڳالهہ جا مشهور آهي تہ حضرت شهباز جڏهين سيوستان ۾ آيو تڏهين هتي جي ولين مِڙي هڪ پيالو کير جو ڀري حضرت شهباز جي اڳيان رکيو تہ اسين اڳيئي هت هن ريت ڀريا پيا آهيون، اوهان جي جاءِ هتي ڪٿي آهي. تڏهين حضرت شهباز گل سرهو

ڪٽي انهيءَ ڪير ۾ وڌو ته مان اوهان ۾ هن ريت هوندس. اها ڳالهه شهباز قلندر جي نسبت ڪنهن تاريخ مان نٿي ملي. هجي ته انهيءَ ۾ شڪ نه آهي. مگر ڪتاب اخبار الاخيار ۾ حضرت شيخ بهاؤ الدين ذڪريا ملتاني جي باري ۾ ساڳيءَ طرح لکيل آهي ۽ اخبار الاخيار نهايت محقق ۽ معتبر ڪتاب آهي جنهنجو هيٺيون خود فارسي نقل ٿو ڪريان:

"وقتيکه از بغداد باکمالات وبرکات بملتان شريف قدوم ارزاني داشت۔ اکابر ملتان بروي حسد پديد آمد بطريق کنايت کاسه پر شير را بخدمتِ او فرستاد آنکه درين شهر گنجايش ديگري نيست۔ شيخ ازين معنٰي دريافته گل بر کاسه شير نهاد و پيش آن جماعت فرستاد مقصود آنکه جاءِ مادرين شهر اين طور که گل ست بر شير ايستاده خواهد بود۔ اکابر از حسن لطافت اين حيران بماندند و منقاد و مطيع کرامات او گشتند انتها عبادة."

هاڻي هن ڳالهه مان به پروڙي سگهجي ٿو ته حضرت شيخ بهاؤالدين ذڪريا بغداد جي سفر تي ڪي ايام هو خدا نه پلائي ته حضرت شهباز بلند پرواز به اتي بغداد شريف ۾ سندن ملاقات ڪئي هجي، جو وري ملتان ۾ تشريف فرما ٿيا آهن. شيخ بهاؤالدين ذڪريا قدس سره ملتان ۾ رهيا ۽ حضرت قلندر شهباز بلند پرواز هن سيوستان ۾. حضرت شهباز حضرت بهاؤ الدين ذڪريا قدس سره کان به فيض جو بهرو ورتو آهي. خزينة الاصفيا ۾ لکي ٿو ته حضرت شهباز مريد خليفو حضرت شيخ بهاؤ الدين ذڪريا جو آهي. اهڙي طرح بين تاريخن محققن مان بوءِ اچي ٿي، اسان انهيءَ ڳالهه تي اختيار ڪيو آهي فقط

فصل ستون

# حضرت شهباز جي لقبن جي بيان ۾

مخفي نہ رهي تہ حضرت شهباز جو نالو مبارڪ تہ سيد عثمان هو جيئن اسان مٿي لکي آيا آهيون. مگر سندن لقب گهڻا آهن انهن مان (1) لعل، (2) شهباز (3) قلندر (4) سيف اللسان، (5) شمس الدين، (6) مهدي ۽ (7) مخدوم مشهور آهن.

ڪين "لعل" لقب انهيءَ سبب پيو هو جو گهڻو ڪري سرخ لباس ڍڪيندا هئا. جيئن اسان مٿي هڪ نقل ۾ اشارو لکيو آهي تہ بابا ابراهيم قدس سره کين سرخ لباس ۾ ڏٺو هو جهڙوڪ "شيخ سيد جلال الدين بخاري" قدس سره کي جلال الدين سرخ ڪري سڏيندا آهن. جيئن اُنهن جو لقب بہ سرخ آهي تيئن حضرت شهباز بلند پرواز جو لقب بہ "لعل" آهي. اڪثر انهيءَ لقب سان پيو سڏجي.

شهباز جو لقب تہ سندن مشهور آهي، سو ان ڪري جو کين مرشد صاحب ائين سڏيو آهي. هي بہ معلوم هجي تہ پنهنجي مرشد جي سيني مريدن کان ولايت ۾ فائق هئا تنهن ڪري کين پنهنجي مرشد کان "شهباز" جو لقب مليو.

"قلندر" لقب انهيءَ ڪري پيس جو مشرب قلندري اختيار ڪيو هئائون، انهيءَ ڪري قلندر جي لقب سان مشهور ٿيا.

"سيف اللسان" لقب انهيءَ ڪري پيس جو جيڪي چوندا هئا، اُهو ٿي پوندو هو.

جيئن اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ ترڪ کي ماري وڌائون، جڏهين اُن جا خويش اقربا آيا ۽ اچي چيائون تہ اسان جو مائٽ توهان ماريو آهي تہ پاڻ فرمايائون تہ اسان ڪتو ديوانو ماريو آهي، جان ڪٺي ڪوتين تہ ڪتو پيو آهي.

مهدي لقب انهيءَ ڪري پين جو ماڻهن منجهس گمان ڪيو تہ آخر زماني جو مهدي موعود آهي. جيئن تہ سيد صديق حسن خان، جو نهايت مشهور عالم محدث هو ڪتاب حج الڪرامة ۾ لکيو آهي تہ حضرت شهباز قلندر ۾ بہ ماڻهن مهدي هئڻ جو گمان ڪيو هو ۽ جيڪي حضرت قلندر جا تابع آهن، سي هن کي قلندر ڪري چوندا آهن. سيد صاحب جي ڪتاب جي عبارت خود هيءَ آهي:

> "گویم جماعتی در حق آنہا مہدیت گفتہ دو گونہ اند۔ یکے اولیائی صلحائی است دیگر امراء اہل حکومت۔ اول سید محمد نور بخش و شیخ ادریس رومی وشاہ نعمت اللہ ولی شہباز قلندر و اتباع او قلندر بنا مدارند۔ این مردو صالح بود۔ انتہیٰ بقدر الکفایہ۔"

شمس الدين لقب انهيءَ ڪري پين جو دين اسلام جي لاءِ سوجهرو هيا، يعني دين اسلام کي تمام روشن ڪيائون جو وري انهيءَ لقب سان مشهور ٿيا.

مخدوم لقب انهيءَ ڪري پيو هون جو ظاهري علم کان تمام واقف هئا، جيئن ظاهري عالمن کي مخدوم ڪري چئبو آهي. پاڻ جڏهين سيوستان ۾ آيا، تڏهين سندن اچڻ جي تاريخ ڪنهن قابل "شمس الدين" جي ترجمي مان ڪڍي آهي جو هي لفظ چيا اٿس: "نمود آفتاب دين" جيئن مٿي اسان لکيو آهي، اتان پروڙڻ گهرجي.

فصل اٺون

# درگاهہ عالي جاه جي عمارت جي بيان ۾

اول بنا درگاهہ جي، جا عالي جاه آهي، ملڪ اختيار الدين ڪرائي هئي، جو فيروز شاهہ بادشاهہ جي پاران سيوستان ۾ حاڪم ۽ ناظم هو. اها بناوت سنہ 757هہ ۾ 7 تاريخ رجب مهيني جي ٿي. جنهن جي تاريخ منظوم هيءَ آهي: [1]

تاريخ منظوم

جهد دولت فيروز شه سلطان دين پرور
کہ خاک در کهش سازند شاهانِ جهان افسر
زان گاہے کہ بر تخت شهنشاہی نشستہ آن شہ
سراسر گشت گیتے از شعاعِ دولتش انور
عمارت شد مقام شیخ عثمان مروندی کو
ولی اللہ باز اسفید پیر بحر بود و بر
گرچہ اولیا اندر زمان شیخ بس بودہ اند
ولیکن در کرامت بود ازہمگناں برتر
چہ زیبا بارگاہے بهشت طاق بر گنبذ
کہ رنگ نہ فلک گشتہ زرنگ نام اواخضر
بروز هفتم از ماہ رجب مبنی شد این روضہ

[1] حساب لڳائبو تہ حضرت لعل سائين جو روضو سندن انتقال کان 84 سال بعد ۾ بڻيو. (مرچ)

بسال هفتصد پنجاه هفت از هجرت مهتر
نیایش کرد والی اختیار الدین ملک ارشد
امیر عادل و بازل تهمتن ثانیء اسکندر
که تابوده است سیوستان نبود است اینچنین و لے
تقی او مشفق و مکرم سخی پاک و دین پرور
امید انست می یابد خبر اینچنیں خیری
هزاراں فیض در جنت زفضلِ ایزد اکبر

جڏهن روضو شريف حضرت شهباز جو تيار ٿيو آهي تڏهين ستن مهينن بعد تاريخ 7 مهيني صفر 758 هه ۾ سيد علي حضرت شهباز جي خادم ۽ وزير جي قبر مبارڪ تي به مختصر بنا ڪرايائين ۽ ان جي تاريخ به فارسي ۾ آهي جا هيٺ ڏجي ٿي:

## تاريخ منظوم روضة سيد علي بغدادي رحه

شد بنا گنبذِ عالے بعهدِ شهریار
شاه فیروز آنکه بگرفته است زو گیتی قرار
می سزد مر بندهء درگاهِ شاهِ دهر
گر کند در سرفرازی برسلاطین افتخار
بس بزرگ باکرامت بود این مرد عزیز
هر زماں باد بقبرش رحمتِ ایزد نثار
هفتم از ماہ صفر مبنی شداین مرقد بسال
هفتصد پنجاه هفت از هجرت احمد ﷺ شمار
گر بنیادش ملک سیرت ملک ارشد کرد او
هست اندر عدل و بذل و خلقِ احسان نامدار
چونکه ذاتِ دور این شهر سیوستان آمده
تازه از سر گشت آن بقّه بسانِ نو بهاره

تنهن کان پوءِ مرزا جاني بيگ ترخاني پنهنجي حڪومت جي وقت ۾ ڪمال عقيدت سان گنبذ مقبره جي ڪي از سر نو ڪري ڪم شروع ڪيو ۽ عالي شان عمارت وڌائين. مرزا جاني بيگ ترخاني جي وفات کان پوءِ سندس فرزند ارجمند مرزا غازي بيگ، جو عالي همت ۽ يگانہ زمانہ هو، جهانگير بادشاهہ جي وقت ۾ روضي شريف جي اڳيان عمارت تعمير ڪرائي. ليڪن سندس عمر وفا نہ ڪئي پوءِ تياري ڪرڻ جي وقت فرصت نہ مليس. جڏهين هڪ هزار سال اٺيتاليهن ۾ نواب والا جناب معلي القاب امير السادات سيد بهوره ملقب بہ ديندار خان بخاري شهاب الدين بادشاهہ غازي جي وقت ۾ سيوستان شريف ڪي پنهنجي قدوم مبارڪ لزوم سان مشرف ڪيو تڏهين عمارت خانقاه جي ڪي سفيد ڪرائي پورو تيار ڪرايائين ۽ خانقاه جي صحن ڪي جو اٽڪل جريب زمين جو ٿيندو رنگا رنگي سرن ڪاشيءَ جي سان رنگين ڪرايائين. خانقاه ۾ اندر مسجد مختصر سهڻي اڏايائين. جيئن ان مسجد شريف جي تاريخ منظوم آهي، جا هيٺ لکجي ٿي:

## تاريخ مسجد منظوم

بدور شهاب الدين شاهِ جهان
جهان از عدل او خورسندو آباد
شده تعمیر فرش عرش مسجد
حسینے سید شهباز آباد
قبول آمد بنیائی خان دیندار
دران حضرت بعون طالع شاد
چه گویم وصف آن صحن مقدس
بالائیء خشت و چیدهء استاد
اگر فرشته زیر آید بنائی این کند

برابر این نه سازدا گر نهد جمله کندیاد
چون خواہی سال آن باچشم دانش
بمقطع بین که آمد سال بنیاد
یکے باشد ز فرش مسند شاه

1041

دگر باشد ز فرش جنت آباد

۱۰۴۱

دروازي وڏي کان ٻاهر بہ هڪ عمارت تيار ڪرايائين، جنهن جي تاريخ هي آهي:

## تاريخ عمارت پيش دروازه

بدور شهنشاه شاهِ جهان۔ جهان از نوالش چون باغ بهشت
چون مسجد بناکرد دیندار خان۔ بدرگاه شهباز عالی سرشت
خرد گفت سالش چوبیت المتیق
دگر مسجد شیخ بهوره نوشت

معلوم هجي تہ سيد علي وزير جي روضي کان اتر پاسي درگاهہ جي اولاهين ڏاڪڻ جي دري کان ڏکڻ پاسي 3 پهڻ ديوار پر انوار ۾ لڳل آهن. اتي هڪڙي تي شهباز بلند پرواز جي درگاهہ عالي جاه جي عمارت جي تاريخ ملڪ اختيار الدين جي وقت واري اڪريل آهي ۽ ٻئي تي حضرت سيد علي جي عمارت جي تاريخ اڪريل آهي ۽ وچين تي هي الفاظ اڪريل آهن، جي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهن کي هن طرح درج ڪيو ويو آهي:

”چون در عهد سلطان فیروز محروم
روضہ قدیم حضرت مخدوم بنائي شده بود و این دو سنگ تاريخ نوشتہ دران نصب کرده بودند. آخر گنبذ ڪلان در عهد مرزا جاني بیگ ترخاني بنا یافتہ این سنگها برهم افتاده بودند۔ الحال این فقیر کہ سید ابهوره عرف

دیندار خان باشد در عهد دولت حضرت صاحب قرآن
ثاني صحن روضہ ترتیب داده و دو مسجد تیار ساخت
آن راست ساختہ این دو سنگ هم در دیوار خانقاه نهاده
تا یادگار سلاطین گذشتہ باشد."

انهن پهڻن جي ذڪر پاسي واري جاءِ ۾ بي تاريخ لکيل آهي، جا اندر نئين مسجد جي عمارت جي تاريخ آهي. درگاهہ جي پيش طاق جي مٿئين پاسي ديگهہ ۾ قرآني آيتون ۽ سورتون اڪريلون آهن.

انهيءَ بنا کان پوءِ وري ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي پنهنجي احسن عقيده موجب سنہ 1173هہ ۾ فرش سنگين بہ ڪرايو ۽ اڳيان دروازو بلند حجره وانگي بہ وجهارايو جنهن جي تاريخ پارسي ۾ انهيءَ پهرئين دروازي فيض آور جي ٻنهي پاسن کان ٻن پهڻن تي خوش خط نستعليق قلم سان هن طرح لکيل آهي:

هي تاريخ تعمير روضہ منور شهباز رحہ فقير صابر جي چيل آهي.

چوه خوش جناب مبارک کہ نور حقانی
روضہ است عیان طاہری و پنہانی
قلندری و سخی کام بخش اہل یقین
ولی ز سید عثمان پیر نورانی
بہ خاص عام کہ مشہور لعل شہباز ست
بہ پادشاہ گدا باز داد سلطانی
باین جناب ہر آنکس ارادتے دارد
بکام میرسد دولتِ فراوانی
غلام شاہ میان صاحب سعادت مند
نشان حضرت عباس کان احسانی
سخی وغازی و فیاض معدن الطاف

چون سرفراز شد از لطف وجودِ ربانی
زخاص نیت خود کرد تازه خوش تعمیر
که فرشِ صحن در روضہء شد گلستانی
قبول حضرت مخدوم شد نشان او
ز رحمتِ نبوی و علی عمرانی
ہر آنکس کہ دید و بیند ز شوق نور ظہور
شود دود چشم دلش روشن و درخشانی
ہزار ویک صد ہفتاد وسہ ز ہجری بود
ز کارداری باقر نشان شد ارزانی
رحمت ایزد بود بر مقبرہ و بانی او
کہ از خدمت شود بخششِ دو جہانی
قبولیت کہ ز تعمیر جستم از ہاتف
ندا بگوش من آمد ز لطف سبحانی
ز یمن مصرع تاریخ خوش بگو صابر
قبول باد نشان در جناب شاہانی

تنهن کان پوءِ جهندي هيٺ جيڪو پٽ آهي اتي مرحوس پڻاڻ ٽيڪيدار فرش پڪين صدر جو وجهايو آهي، تنهن کان پوءِ لونگ فقير جي خليفي لعل محمد درگاهہ ۾ وزير جي عمارت کان اوڀر پاسي هڪ مسجد مختصر سهڻي سنہ 1319ھ ۾ بنا ڪرائي، جنهنجي تاريخ مون صغير منظوم ڪئي آهي، جا هتي لکڻ ڪيم:

**هي تاريخ مسجد جي بنا ڪرڻ جي فقير فتح محمد صغير جي آهي-**

زہی در درگہ شہبازِ عثمان
بنا شد مسجد چو باغ رضوانی
فقیری لونگ نامی بود در سندھ

مرا و را باد صد بر صد بشارت
خلیفه او بنا کرد این عبارت
گرا نمایه گرامی بود خور سند
نشانِ نیک درگاه بگذاشت
لوائے نیک نامی بر فراشت
زبهر زاهدان محراب که شد
منور آن بغیرت خود رشک مه شد
بباید این چنین ذی دولتان را
که بگذارند در دنیا نشان را
اگر خواهی بزیارت خود بیائی
نه بینے مقبره خوش خانقائی
چون پرسیدم سن و سال بنایش
بنائی مهر آسا ماه سایش
نداخود از قصورین خوش بدادا
"صغیرا" گوکه قصرالفیض بادا
۱۳۱۹ھ

حضرت شهباز قلندر جي مبارڪ قبر فيض گستر ڪي چوڌاري هڪ تمام عجيب چوبين سهڻو ڪٽهڙو ٺهيل آهي، جنهن جو ٽنيو روپي پٽن سان آهي ۽ مٿان هڪ عمده سائبان نور افشان آهي. ان جي اتر ڪنڌ کان گلوبند شريف لٽڪيل آهي. گلوبند جو ذڪر اسان مٿي ڪري آيا آهيون جو ان تي اڪتفا آهي ۽ تنهن جي مٿان هڪ عالي شان نور افشان شاهي شاميانو آهي، جنهن جي مٿان چئر جي اڪرن سان هي بيت پارسي ۾ لکيل آهي:

**بيت اول:**

چون سائبانِ لطف تو باشد پناه ما
از تاب آفتاب حوادث چه غم خورم

بيت ثاني هن طرح آهي:

به پذيرائی شاه مقرون بادا
عرض بندگان خانهء علو زاد

اڳيان قبر شريف جي يعني اتر پاسي هڪ ننڍي دڪي تمام عمدي ٺهيل آهي، ڊيگهه اٽڪل 2 يا 3 هٿ ۽ مُنڍي ۾ هڪ هٿ آهي ۽ بطور چراغدان جي ٺهيل آهي. هن جي مٿان عجيب قطارون آهن. يعني ڏياٽيون چراغن جون رکيل آهن، جو ٻرڻ وقت انهن ڏياٽن جو هڪڙو عجب تماشو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. گويا هڪ گلن جي قطار آهي، جنهن جي شعاع جي سوجهري تي فقراءِ صلحا رات جو ۽ پرڀات جو تلاوت قرآن مجيد فرقان حميد جي ۽ ديني ڪتابن جو مطالعو ڪندا آهن. انهن آهني چراغن مان هڪ عمدو آهني چراغ سهڻو خوش نما طشتي نمونو آهي، جنهن کي ٻه ٽي طبقا آهن. وچين طبقي جي چوڌاري هي رباعي اڪريل آهي:

## رباعي چراغدان واري

ای شمع سوز که دراز است ہنوز
ای صبح مدام که وقت نماز است ہنوز
بزمی تو برو بجائی کود شادان باش
این قصہ عاشقان دراز است ہنوز

۽ وري هيٺئين طبقي تي هي الفاظ بزبان فارسي لکيل آهن:

”پير ميان حاجي بحر الدين سرهندي درگاه مخدوم لعل شهباز بلند پرواز بطريق نذرانہ داده شد في التاريخ 11 ماه ذي قعد سنہ 1308ھ مقدس.“

پويان ڪنهڙي جي يعني قبر کان ڏکڻ پاسي ٻہ هڪ ننڍي دڪي ٺهيل آهي. اتي ٻہ هڪ آهني چراغ دڪي تي شجري نموني ٺهيل آهي ۽ اتي رکيل آهي ۽ هميشہ ٻرندو آهي. اولهہ پاسي تربت بابرڪة جي جاري ۾ پهڻ لڳل آهي، جنهن کي ماڻهو ماکي مکڻ ڪري چوندا آهن. اهي ٻہ پهڻ

حقيقت ڪري انهي ريت سان خدائي صنعت جا پيدا ٿيل آهن، جن جي شڪل ماڪي ۽ مڪڙ جهڙي آهي، جا اڄ ڏينهن تائين ماڪي ۽ مڪڙ جهڙي ڏسڻ ۾ پئي اچي. جيئن سيد قطب عالم شاهه سيد جلال جهانيان بخاري جي پوٽي جي روضي مبارڪ تي هڪ پهڻ پيل آهي، جنهن ۾ ٽي صفتون آهن. هڪ صفت پهڻ جي اٿس ۽ ٻي صفت ڪاٺيءَ جي اٿس ۽ ٽي صفت لوهه جي اٿس. يعني جيڪر ڏسبو ته ڇٽبو ته پهڻ آهي. وري اچا ڏسبو ته ڪاٺ آهي. وري اچا ڏسبو ته لوهه آهي. اهڙيون اهي ٽئي صفتون رکيل آهن، جن جو فرق ڪري نٿو سگهجي. اهڙي طرح ان ۾ خداوند تعاليٰ ماڪي ۽ مڪڙ جي شڪل رکائي آهي، جا ڏسي ڪري حيرت ۾ پئجي ٿو وڃجي.

درگاهه جو پهريون دروازو جو قبر شريف کي اوير پاسي آهي، روپي پٽن سان ٺهيل آهي. انهي روپي دروازي جي مٿان هڪ پچرو آهي، جو اوستي نور محمد صيقل گر سيوهاڻي تيار ڪري چاڙهيو هو. هي بلڪل عاليشان ۽ خوش نما سنه 312هه ۾ چاڙهيائون. جنهن ۾ هيٺيون بيت خوش خط عربي طرز اکرن سان ميان عبدالله ولد نور محمد جوهري سيوستاني سابقاء حيدرآبادي جي قلم جواهر جو مرقوم آهي:

زہی پنجتن آمد وظیفہء احسن
محمد است علی فاطمہ حسن و حسین

ازانسواءِ ٻيون به گهڻيئي قرآني آيتون منقوش آهن. هي اکر سڀ عمدي سون جي پاڻي سان طلا ٿيل آهن ۽ انهيءَ دروازي جي سڄي پاسي هڪ نقش علوي لکيل آهي. نقش علوي جي وچ ۾ اسم ذاتي اڪريل آهي، جو عجب طرز سان ٻيهاريل آهي. ڏسڻ واري لاءِ عبرت آهي ۽ دروازي جي کٻي پاسي هي الفاظ اڪريل آهن:

هي غلام لعل شهباز جي فقير
چتو سنگتراش سنه 1228هه تاريخ 8 ماه

مطلب تہ هن درگاهہ عالي جاه جي بيان ڪي هي زبان ناتوان ۽ قلم قاصر ڪيتري قدر ادا ڪندو. جيڪي نزاڪت، لطافت، فرحت ۽ نزهت جا اوصاف هن درگاهہ ۾ ڳولبا سي ليندا. حق هي آهي تہ اهڙي درگاهہ فرحت پناهہ ملڪ سنڌ ۾ ٻي ڪانهي.

**شعر**

*اگر خیریت دنیاؤ عقبے آرزو داری*
*بدرگاهش بیاؤ هرچہ میخواہے تمنا کن*

هن وقت سجاده نشين درگاهہ شريف جا ٻہ آهن: هڪ جناب فيض ماب معلي القاب قدسي خطاب سيد محمد صادق شاهہ لڪعلوي. 2- جناب علي القاب فلڪ مرقاب سيد مير فتح علي شاهہ ڪابروتي. "سجاده نشين" جو لقب خاص انهن ٻنهي ڌرين سان متعلق آهي. ٻيو ڪوبہ شريڪ ان ۾ نہ آهي. جهڙي طرح خانبهادر مرحوم خدا داد خان لب تاريخ سنڌ ۾ سيد ميان گل محمد شاهہ صاحب کي سجاده نشين بنايو آهي.

خدمت حضرت شهباز بلند پرواز جي سيد محمد صادق شاهہ صاحب ۽ سندس پائرن سان لاڳو آهي. معلوم هجي تہ دروازه فيض آور روپي کي معمور يعني بند ڪرڻ جي خدمت سوا پهر رات جو ڪندا آهن. هن ريت جيڪو ماڻهو اندر حضور فيض گنجور پرنور ۾ هوندو آهي، تنهن کي مجاور نرم آواز ۽ مٺي زبان الحان خوش ڪلام سان چوندو آهي تہ "بابا ٻاهر نڪرو." تنهن تي جيڪو اندر حضور پرنور ۾ هوندو آهي، سو يڪدم ٻاهر نڪري ايندو آهي. پوءِ اهو مجاور ٻيهي دوازي جا روپا طاق مٿي اعلان سان "بسم الله الرحمان الرحيم" پڙهي بند ڪندو آهي.

جناب سيد صاحب روبرو قلف انکي ڏيئي بند ڪرائڻ لاءِ فرمائيندو. پوءِ ويهي دروازه جي روبرو ڪجهہ وقت ڪلام الله شريف پڙهندو آهي. ان بعد اٿندو آهي. ماڻهو ان وقت جيڪي شائق شهباز جا هوندا آهن، سي يڪدم قلف کي چمندا آهن ۽ ڪي ان وقت روئندا آهن. اهو وقت تمام لذيذ، عبرت انگيز ۽ حيرت خيز ٿيندو آهي. جنهن انهيءَ وقت جي لذت ڏٺي هوندي، تنهن کي ٻاڻهي خبر پوندي. چہ گفتہ شود:

## ذوق این می نشناسی بخدا تا نچشی

وري پوئين رات تجهد مهل سيد صاحب اچي دروازي کي کوليندو آهي ۽ انهيءَ مهل جيڪي غلاف ڦيراڻا هوندا آهن، تن کي ڦيرائيندو آهي ۽ عطر جو ڇنڊڻ بہ ان مهل ڪندو آهي. انهيءَ وقت جي لذت بہ ڏسڻ پسڻ جوڳي آهي. انهيءَ ٻنهي خدمتن جي وقت ۾ بہ نوبت لڳندي آهي، جنهنجو هيٺ تحقيق سان خلاصو فصل بيان ڪنداسين. ان بعد ڏينهن جو اڌ پهر اندر سيد صاحب پنهنجن هٿن سان سيد علي وزير رحمة الله جي دروازي اڳيان گلن جي هڪ ڪلنگي تيار ڪندو آهي ۽ دستار مبارڪ حضرت شهباز پرواز جي ۾ رکندو آهي. انهيءَ مهل هڪ مجاور گهنڊ وڄائيندو آهي.

درگاهہ عالي جاه کولڻ وقت ۾ شينهن جي ڪافيءَ وارا فقير اچي درگاهہ ۾ اندر صفائي ڪندا آهن. سبحان الله ڪن کي ٻهاريون، ڪن کي رنبيون هٿن ۾ هونديون آهن ۽ قطارون ٿي عجيب نموني سان ڪم ڪندا آهن. جزاهم الله خيرا.

پروڙڻ گهرجي تہ اندر درگاهہ عالي جاه جي صحن ۾ جملي ٿي قبرون آهن. هڪ سيد علي وزير جي، ٻي ڏکڻ پاسي، جنهن کي عوام رازو ڪري چوندا آهن. اهو محض غلط ۽ بي بنياد قياس آهي ۽ ان جو ڪو اصل ڪونهي. بلڪ اها قبر سيد جي آهي. پانيان ٿو تہ ان سيد جو نالو محب شاهہ آهي، جو چڱيءَ طرح سان معلوم ٿيو آهي. جيئن ”تذڪره مشائخ سيوستان“ ۾ لکي ٿو تہ : ”محب شاهہ جي تربت بابرڪت حضرت شهباز بلند پرواز جي تربت بابرڪت کان اوير پاسي آهي.“ انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي تہ اها قبر آهي، جيڪا وزير جي ڏکڻ پاسي آهي تہ حضرت شهباز بلند پرواز جي اوير پاسي ٻي کهڙي تربت محب شاهہ جي آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ اهو محب شاهہ شهزادو سيد حسيني امام المسلمين امام حسن جي اولاد مان آهي ۽ گهڻن ڪرامتن وارو هو جن جو بيان تحرير لکڻ ۽ تقرير ڪرڻ ڪري ٻڌڻ کان ٻاهر آهي.

ٽين تربت اوير ۽ ڏکڻ جي ڪنڊ کان ميان شيخ مگڻ جتي ولد شيخ نوح جي آهي. اها تربت هڪ ڪوٺيءَ ۾ آهي، جنهن جو دروازو موم سان

موميل آهي ۽ هن ڪي توشاخانو ڪري چوندا آهن.

مخفي نہ رهي تہ درگاهہ فيض پناهہ حضرت شهباز جي ۾ ڪيترا درويش روشنِ دل خدا پرست هميشہ کان وٺي موجود آهن. اڄ بہ ڪي عالي همت درگاهہ ۾ لڪل موجود آهن، جن جو منهن مبارڪ ڏسڻ ۾ عين ثواب آهي. انهن روشنِ دل فقيرن جون هي نشانيون آهن. جن ۾ اهي نشانيون لين اهي زنده دل اهل باطن جا چئي سگهبا. يعني: صبر، تقويٰ، قناعت، ذڪر، فڪر، خلوت، لاطمعي، خوشدلي، سيماءَ الصالحين. انهن نشانين وارا بہ ڪي موجود آهن، جن جي خدمت ڪرڻ يا انهن جو رڳو منهن مبارڪ ڏسڻ بہ فائدي کان خالي نہ آهي. جيئن تہ چوندا آهن، "زيارتي مردان ڪفارتي گناهان."

ڪيترا سائل سوختہ دل بہ حضرت شهباز بلند پرواز جي مقصود کي رسي سرفراز ٿيا آهن. ڪيترا بچشم خود ڏٺا ويا، جو بهره دين ۽ دنيا جو ورتيون ويا. سندن ڪرامات عين الحيات ۽ بعد الممات ثابت آهن. انهن جو بہ هڪ فصل خلاصو مقرر ڪيو ويو آهي. پروڙڻ گهرجي تہ حضرت شهباز بلند پرواز جي درگاه عالي جاه کان ٻاهر جيڪا ڪٺ، لٺ ۽ ننڍڙو بستر جهنڊي جي هيٺان صبح ۽ شام جو وچائڻ ڪندا آهن، بادل شير جي هٿن جا آهن. انهيءَ هنڌ بادل شير حضرت شهباز ڏي منهن ڪري ان طرف ڏي مراقبو ڪندو هو. جو اڄ تائين اها رسم اهڙي طرح جاري ۽ ساري آهي.

نوٽ: ڪاتب الحروف هن ڪتاب جو حاجي آخوند آدم ولد آخوند سچل مذهب حنفي قادري ساڪن ڳڙهي ياسين جو واسطي زيارت حضرت شهباز لعل قلندر جي ۽ منجهہ مهيني ربيع الاول تاريخ 11 سنہ 1322هہ ۾ ويو. جيڪي بہ هن ڪتاب ۾ ڳالهيون بيان آهن، خود اکين سان ڏٺائين. عيان راچہ بيان.[1]

[1] هي نوٽ ڪاتب پنهنجي طرفان مذڪور حقيقتن جي تصدق ڪندي لکيو آهي. (م.ج)

## فصل نائون

# حضرت شهباز جي مختصر ڪرامتن جي بيان ۾

ڪرامتون سندن حد ۽ حساب کان ته دور آهن. مگر ڪي بيان ۾ اچن ٿيون. ٻه ٽي ڪرامتون ته مٿي بيان ڪيون ويون. جهڙوڪ ترڪ عصا شريف هٿڻ سان ڪتو ٿي پيو ۽ بدڪار عورتون ۽ مرد راست راهه تي اچي ويا.

ٻي سندن هي ڪرامت به عجب جهڙي آهي، "تذڪره مشائخ سيوستان" ۾ شيخ نخرج ولي جي بيان ۾، جو ڪ حضرت شهباز بلند پرواز جي وقت ۾ حضرت شهباز ڪان به آڳاٽو آهي، لکي ٿو ته شريعت پناه سلطان ابراهيم ڪان، جوڪ فقيرن ۽ مسڪينن جو گهڻو رفيق ۽ شفيق هوندو هو ٻڌو ويو ته هڪ ڏينهن مغفرة پناه قاضي ميران پنهنجي بزرگوار ڪي ڏنم ته گهڻي نياز سان پنهنجي گهر ۾ ويٺو آهي. انهيءَ گهر ۾ روضه شريف حضرت شهباز بلند پرواز جي ڏاکڻي پاسي هڪ ڳڙکي هئي. انهيءَ ڳڙکي ۾ منهن وجهيو آستانه منور ڏي متوجه ٿيو ويٺو آهي. حيرت ۽ جنبش جا آثار سندس منهن مبارڪ ۾ ظاهر هئا. جڏهن پنهنجي والد شريف ڪي اهڙي نازڪ حالت ۾ ڏنم، تڏهن ٻئي قدم پوئتي هٽي ويس ته اوچتو منهنجي پيرن جي ڳڙکي تي استغراق ڪان بيدار ٿي، هڪل ڪري چيائين ته ڪير آهين؟ مون چيو ته فقير ابراهيم آهيان. پاڻ فرمايائون ته اي بابا! تون اوري آءُ، ته هڪ عجيب واقعو جو ڪنهن خواب ۾ يا بيداري ۾ نه ڏٺو هوندؤ ۽ نڪي ڪنهن ڪنين ٻڌو هوندؤ سو توکي ٿو ٻڌايان. تڏهن

مان ادب سان روزانو پڙدي روبرو ٿي وينس.

پاڻ فرمايائون تہ واقعي ۾ مون ائين ڏٺو تہ ڏاڪڻي ديوار روضي شريف جي چيرجي پئي آهي ۽ مقبره شريف جي روبرو شيخ نخرج ۽ قاضي برهان الدين ماء النهري پئي بيٺا آهن ۽ ماڻهو بہ بيشمار حضرت شهباز جي آمدني لاءِ منتظر ويٺا آهن تہ ڪڏهن حضرت سائين پنهنجي جمال سان انهن کي خوش حال ڪندا ۽ اندر درگاهہ ۾ بہ ٿي چوڪرا خوبصورت نيڪ سيرت آمدورفت پيا ڪن. تڏهن انهن کان ماڻهن پڇا ڪئي تہ حضرت شهباز بلند پرواز ڪڏهن ٻاهر تشريف فرما ٿيندو؟ انهن ملائم ۽ شيرين ۽ مٺي ڪلام سان چيو تہ "هاڻي اچڻ جي تياري آهي، پاڻ ڄاڻ تہ ٻاهر نڪرن." انهيءَ چوڻ کان پوءِ جلد حضرت شهباز بلند پرواز ٻاهر نڪتا. سندن پيشاني مبارڪ اهڙي نوراني هئي، جو سج ڪجا آهي ۽ سندن بدن اهڙو روشن هو جو وڄ ڇا آهي. ٻنهي هٿن سان روپي دروازي جي ٻن طاقن تي تڪيو ڪري بيٺا ۽ ساري خلق ادب ۽ نياز سان سرنگون ٿي بيٺي هئي. ان وقت قاضي برهان خدمت عاليشان ۾ عرض ڪيو: "يا سيدي، نخرج حلال خورن جي پاسي ۾ پيل آهي، سو حلال خورن کان ڏاڍو ڏکويل آهي ۽ انهن جو تمام آزار ڪيڏٺو ٿو پويس." سيد شهباز فرمايو: "تہ ماڻهن جو اهڙو آزار سهڻ گهرجي ۽ انهيءَ آزار تي حليم يعني بردبار رهڻ گهرجي ۽ مان اهو نٿو گهران تہ جيڪي منهنجي حمايت ۾ آهن، تن کي وار جيترو اهنج بہ نہ پهچي. اهو چڱو ڪم نہ آهي. بلڪہ عقل کان ٻاهر آهي."

پوءِ شيخ نخرج جرائت سان چوڻ لڳو تہ: "جيڪر مونکي ارشاد ملي تہ مان جيڪر هن شهر کي ابتو ڪري ڇڏيان." تڏهن حضرت شهباز بلند پرواز فرمايو تہ: "ڪنهن کي طاقت آهي جو هن شهر کي ابتو ڪري!" ائين فرمائي غصي ۽ غضب جي حالت ۾ گنبذ شريف ۾ اندر تشريف فرما ٿيا. شيخ نخرج کي چيم تہ اهڙو بي ادب ٿي اهڙو گستاخ ٿيڻ نہ جڳائي، ليڪن غم نہ ڪر. پڻي وقت حضرت جي حضور ۾ سفارش جو عرض

ڪري ڇڏيندس جو توڪي فائديمند ۽ ڪارگر آهي.

مولانا ضيائي شاعر سيوستاني جو تمام عمدو ڪامل، عالم ۽ قابل هو سندس تصنيف ڪيل ڪتاب دستخط مون وٽ موجود آهن. تنهن انهيءَ ڳالهه ڏي اشارو ڪيو آهي. هڪ قصيده ۾ جو خاص قلندر صاحب شهباز بلند پرواز جي بيان ۾ چيو اٿس، فرمائي ٿو:

## ابيات قصيده

نيست ماز آسيبِ دوران در سيوستان نهيب،
گرچه آيد زير طوفان جمله عالم في المثل.
کشتي نوح است گويا، شاه دروي همچون نوح،
منکران با تير چوبے دور مي سازد خجل.

ٻي ڪرامت سندن هي آهي جو ڪتاب تذڪره المشائخ سيوستان ۾ لکي ٿو ته شاهه صلاح الدين جنهن جي هٿ ۾ حضرت شهباز جي درگاهه جي خدمت هئي، تنهن کي اولاد امجاد بلڪل ڪين ٿيندو هو. حضرت شهباز جي درگاهه ۾ گهڻي التجا ڪيائين. آخر حضور مان آواز ٻڌائين ته تنهنجو نالو شاهه صلاح الدين اولادي رکيوسين ان ڏينهن کان وٺي ڪري شاهه صلاح الدين کي اولاد تمام بيشمار ٿيو. جيئن هينئر انهن سيدن جون تربتون شاهه صلاح الدين جي خانقاه ۾ موجود آهن. پوءِ نيٺ گهڻن ڏينهن کان پوءِ شاهه صلاح الدين جي اولاد ۾ بي اولادي ظاهر ٿي. اهو احوال سڀ ڪنهن سجاده نشين خدمت ڪندڙن جو اول کان وٺي آخر تائين ٿيندو آيو آهي. پوءِ هيٺ ڪجهه بيان ڪندس.

جيئن ته اول شيخن جي هٿ ۾ خدمت هئي. انهن جو بنياد بند نه ٿيو. پوءِ صلاحداٽي سيدن جي هٿ ۾ خدمت آئي ته انهن جو بنياد به آخر ختم ٿيو. انهيءَ وچ ۾ جيڪي ايام ڪچهري وارن سيدن جي هٿ ۾ خدمت هئي ته انهن کي به اولاد بند ٿيڻ لڳو. نيٺ انهن ڇڏي ڏني آهي. هاڻي وري

لڪعلوي[1] سيدن جي هٿ ۾ آهي. سيد صاحبن کي ٻه اولاد ڪونهي. خداوند تعالا خالق ۽ قادر مطلق پنهنجي لطف سان انهن سيد صاحبن جي نسل ۽ اولاد کي قائم رکي آمين ثم آمين. بنده دائم دعاگو باشد.

هاڻي اهو احوال سببن کان خالي نہ آهي، هڪ حضرت شهباز بلند پرواز جن جتي ستي لاولد هئا. تيئن جيڪو سندن خدمت اختيار ڪري ٿو تنهنکي بہ اهو پرتوو ٿو پوي. جيئن شيخ سعدي عليہ رحمة الله چيو آهي:

بيت:

کمالی ہمنشیں درمن اثر کرد،
وگر نہ من ہماں خاکم کی ہستم

هيو سبب شايد بي پرهيزائي آهي. عاقلان را يڪ اشاره ڪافي باشد ديگر زياده نہ. ٻي سندن ڪرامت هي آهي. ساڳئي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ باقر ٻانگو گهڻو ڪري سندن حضور ۾ زار زار روئندو هو ۽ فيض جو طالب هو. نيٺ پاڻ کين باطني فيض ڏئي پورو اشارو ڪيائون تہ تنهنجي جاءِ اڙل جي يعني ڪناره تي مقرر ڪئي ويئي آهي. هاڻي سندس جاءِ اتي آهي.

ٻي ڪرامت سندن هي آهي تہ سيد يعقوب بن سيد ميران رضوي بکري کي چاونجاهہ ورهين تائين اولاد ڪونہ ٿيو. جيڪو ٿي ٿيس تہ عمر جو بهرو حاصل نٿي ٿيس. آخر جڏهين سيوستان ۾ ناظم الملڪ ٿي آيو تڏهين اعتقاد سان حضرت شهباز بلند پرواز جي درگاهہ بلند پايگاه ڏي رجوع ٿيو. اهڙي طرح جو قلعي سيوستان کان پيرين پيادو مٿو اُگهاڙو درگاهہ ۾ ايندو هو. اولاد جي اميد سان آخر نيٺ بشارت ٿيس تہ اولاد ٿيندءِ يعني توکي فرزند ڄمندو. بحڪم خدا انهيءَ سال سيد صادق علي شاهہ تولد ٿيو. سيد صادق علي شاهہ جو تولد سنہ 1080هہ ۾ ٿيو. انهيءَ ڪتاب جنهن تان هي نقل ڪيو اٿم تنهن جو مصنف لکي ٿو تہ هي احوال بچشم

[1] لڪياري.

خود ڏنو هوم. جڏهن سيد مذڪوره کي فرزند ٿيو تڏهين گهڻا شڪرانا ڏنيءَ جا بجا آندائين ۽ هڪڙو شاميانو جهالردار سرخ رنگين درگاهه ڪٽهڙي جي مٿان ڪڙو ڪراياائين ۽ شهر جي ماڻهن تي گهڻيون مهربانيون ڪيائين. چراغ دانن ۾ نوان ۽ محمد شمعدان درگاهه ۾ روشن ڪرايائين. بيون سندن ڪرامتون گهڻيون آهن. جن جو شمار ڪجي تہ هزار تي پون ۽ وري جيڪڏهن حضرت شهباز بلند پرواز جي ڪرامتن جو بيان ڪجي تہ هڪ وڏو ڪتاب ٿي پوندو. تنهن ڪري قدري ٿوري ڳالهہ تي اڪتفا ڪئي ويئي آهي. والله اعلم بالصواب.

هن ڪاتب الحروف حاجي آدم هڪ ڪرامت، هڪڙي حاجي نيڪ عادت جي زبان درفشان ڪان ٻڌي آهي تہ سنہ 1277هہ ۾ مان زيارت حضرت شهباز لاءِ ويو هوس ۽ آئون بہ اولاد جو سوالي هوس. پوءِ جڏهين اتي زيارت سان مشرف ٿيس ۽ اتي ٽڪي پيس تہ هڪ پير مرد تمام ڪهنہ سال جو جنهن جي عمر اٽڪل 80_90 ورهين جي هئي، تمام وڏي اعتقاد سان خانقاه شريف ۾ زيارت لاءِ آيو ۽ مون سان ملاقاتي ٿيو. هن چيو تہ مونکي اولاد ڪين ٿيندو هو. آخر هيڏي هوڏي ڊوڙي تسلي ڪيم. آخر حضرت شهباز بلند پرواز جي درگاهہ تي آيس. جو هتڙي مون کي 15 يا 16 ورهيہ گذريا آهن. مون بہ پڪو يقين ڪيو تہ جيستائين اولاد نہ ٿيندو تيستائين هرگز هتان ڪين ويندس. تان جو رب العالمين پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان جوڙو فرزندن جو جي جاڙا ڄايل آهن، عنايت ڪيو. هي ڳالهہ خود چشم ديد آهي.

فصل ڏهون

# حضرت شهباز جي نوبت جي بيان ۾

مطالع ڪندڙن کي معلوم هجي ته حضرت شهباز جي درگاهه عرش اشتباهه ۾ ٽي وقتي نوبت لڳندي آهي: هڪ شام کان وٺي سمهڻي جي وقت تائين يه ڪلاڪ برابر ۽ ٻي سوا پهر رات جو حضرت شهباز جي دروازه بند ڪرڻ مهل ۽ ٽي تهجد جي مهل جيئن اڄا سوا پهر رات جو بچيو پيو هوندو آهي. انهيءَ نوبت وڄڻ تي دروازو کلندو آهي جيئن اسان مٿي لکيو آهي.

انهيءَ نوبت جي تائيم معلوم ڪرڻ لاءِ هڪ گهڙيال قديمي هر ڏات جو گول نهيل رکيل آهي ۽ ان جي پرسان هڪڙو ديڳڙو پاڻي سان پريل مقرر آهي. ان ۾ هڪ وٽي سنهي سوراخ سان پيل آهي، جا ان پاڻيءَ تي ترندي آهي ۽ هڪ گهڙي کان پوءِ ٻڏندي آهي. تڏهين ان گول گهڙيال کي گهڙيالچي هڪ اوزار سان يعني مترڪي سان ڏڪ هڻندو آهي. تنهن تي ڪنهن قابل معما يعني ڳجهارت ٺاهي آهي. ڳجهارت هيءَ آهي:

”جر ۾ بيٺي جوءِ، مڙس ڪٽائي پنهنجو.“

انهن نوبتن کي شروع ٿيندي صدها سال گذري ويا آهن جو قائم دائم هلنديون اچن ٿيون. مون کي گهڻن ڏينهن کان انهي نوبت جو جواز ناجواز جو تردد هوندو هو جو گهڻن کان مون ٻڌو آهي ته غير مشروع ڪم چوندا آهن. پر جڏهين هي رسالو ٺاهڻ ڪيم ته هڪ ڏينهن اوچتي هي ڳالهه ردالمختار ۾ هن ٽي وقتي نوبت جو جواز نظر ۾ آيم. يقين ڄاتم ته اهو

تصرف حضرت شهباز عليہ رحمة جو آهي. بلڪ اهڙين ڳالهين جو گهڻن ڏينهن کان تفڪر هو، سي هن رسالي ناهيندي حل ٿيون ۽ گهڻو شڪر گذار ٿيس. هي بہ هڪڙو ڪامل وليءَ جو تصرف هو.

هاڻي مخفي نہ رهي تہ مشرب قلندري ۾ سرود، سماع ۽ ان تي رقص ڪرڻ جائز بلڪ فرض آهي ڇوتہ انهيءَ مشرب ۾ انهيءَ مشرب وارن کي ان سرور ۽ سماع مان اهڙي قلب کي نرمي ٿي رسي جنهن ڪري هو ان وقت ۾ پوري نرمي سان محبوب حقيقي ڏانهن متوجہ ٿا ٿين! انهن وٽ سرور ۽ سماع، محبوب حقيقي جي وصال جو وسيلو آهي، پوءِ سرور ۽ سماع قلندرن وٽ ائين جيئن نماز جي لاءِ وضو آهي. ڪيترا اولياءَ ۽ درويش قدس الله اسرارهم سرود ٻڌندي دارالبقا ڏانهن رحلت ڪري هليا ويا آهن. جهڙي طرح ڪتاب اخبار الاخبار ۾ شيخ عبدالحق صاحب دهلوي عليہ الرحمة ڪيترن جي نالي لکيو آهي.

اسان مٿي بيان لکي چڪا آهيون تہ حضرت شهباز جڏهين ملتان شريف ۾ آيو يعني تشريف فرما ٿيا تڏهين اتي خان شهيد سندن لاءِ هڪ مجلس منعقد ڪئي، جنهن ۾ عربي سرود عربي غزلن سان مقرر ڪرايو هئائين. ان ۾ حضرت شهباز بلند پرواز ۽ ٻين ڪيترن درويشن رقص ڪيو انهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ سندن مشرب مبارڪ ۾ سرود ۽ رقص جائز هو. جڏهين اها ڳالهہ معلوم محقق ٿي، تڏهين پروڙڻ گهرجي تہ حضرت شهباز بلند پرواز جي درگاهہ اشتباهہ ۾ بہ اهائي رمز قائم رهي، جيڪا سندن مشرب جي هوندي هئي. يعني سرود ۽ رقص ڪندڙ آهن.

هاڻي پروڙڻ گهرجي تہ هي حال يعني سرود ۽ رقص جيئن ان نوبت جي آواز تي فقير رقص ڪندڙ آهن، بلڪ ڪيترا شهر جا ماڻهو بہ ثواب سمجهي ٿورو گهڻو رقص ڪندا آهن. اها تحرير تہ فقيرن جي مشرب مواقف ڪئي وئي آهي جا هن ناقص جي نظر ۾ آئي آهي.

هاڻي شريعت جي موافق ڪتاب ردالمختار ۾ لکي ٿو تہ تنبيه ۽ بيدار ڪرڻ لاءِ نوبت وڄائڻ جائز آهي جيئن تہ وقتي نوبت صور جي 3 نفخن جي

يادگيري لاءِ وڄائڻ ڪبي آهي. ٽيهري ڪان بعد شام جي وقت جيڪا نوبت لڳندي آهي سا فرع جي نفخہ جي اشاري لاءِ مثال آهي. سمهڻيءَ ڪان پوءِ يعني سوا پهر رات جو جيڪا نوبت لڳندي آهي، سا موت جي نفخہ جي لاءِ اشارو آهي ۽ ٽين جا رات ڪان پوءِ يعني پوئين رات تهجد جي مهل جيڪا نوبت لڳندي آهي، سا قيامت جي نفخہ جي اشاري لاءِ آهي. هي ساري عبارت ردالمختار جي پوري ٿي، جو مون ترجمو ڪيو آهي ۽ مولانا ضياءُ الدين سيوستاني بہ انهيءَ اشاري سان هڪ وڏي قصيدي ۾ هي بيان فرمايو آهي ۽ انهيءَ قصيده جو هڪ بيت هت ڏجي ٿو:

صيت کوس نوبتش کان مجمع اہل دل است،
غافلان را می کند ہشیار از سر ازل.

آواز لاڏاڻي نوبت انهيءَ جو، هڪ ڪاڻ جميعت اهل زنده جو آهي. غافلن کي هوشيار ٿو ڪري ۽ وعدو ازلي ياد ڏيارڻ جي ٿو ڪري يعني اي عافل غفلت ڇڏ، هشياري ڪر. نقارو رحلت جو وڄندڙ آهي ۽ ردالمختار واري عبارت ساڻس موافق ٿي سخن هلايو آهي. لکي ٿو تہ انهيءَ سان اسان جي صوفين لاءِ دليل ٿي ٿو سگهي تہ هو سرور ٻڌڻ ۾ جيڪا نيت ٿا رکن، سا کين وڏيڪ خبر آهي ۽ ڪو معترض يعني اعتراض ڪندڙ انهن فقيرن تي انڪار ڪري يعني فقيرن تي انڪار ڪرڻ جي جرائت نہ ڪري، متان انهن جي برڪتن ڪان محروم رهجي وڃي.

ڇوتہ اهي نهايت برگزيده ۽ پيارا آهن. ڌڻي تعاليٰ انهن بزرگن جي امدادن ۽ برڪاتن سان اسان کي سرفراز فرمائي ۽ بهره فيض جو ڏيڻ ڪري. انتہيٰ تمام شد. بعون تعاليٰ جل جلاله.

# هي تاريخ بزبان سنڌي فتح محمد به تخلص صغير

شڪر جو ٿيو ڪتاب تمام، فيض ٿيو ان جو خاص عام،

طرز تحقيق سان ڪيم مرقوم، سڀ ڪنهن کي بيان ڪيم معلوم،

ڪن ڪتابن مان انتخاب ڪيم، جوڙيي تنهن کي عجب ڪتاب ڪيم،

ڏسندي ڪتاب جو آهي باغ، مگر دشمنن مٿي ٿيو هي داغ،

هي آهي ڪتاب شيرين گنج، فيض ڏيندڙ ۽ آهي نيندڙ رنج،

آهين شيرين مٿيون ڳالهيون، سي درج ٿيون فقيرن جون چاليون،

جيڪو ڏسندو هن ڪتاب تحفہ کي، رکندو پاڻ وٽ هن تحفہ کي،

لعل شهباز جو سيئي احوال،

جو محقق هيو ۽ صدق مقال.

سو لکيم هن ڪتاب ۾ قابو، ڪوڙ جي ناه ڪنهن اندر ڪا بوءِ،

يا الاهي بحرمت شهباز، کولي منهنجي اکين اتي ڪو راز،

يا الاهي کول دل اندر نقاب، ٿئي روشن همچون مہ آفتاب،

روز محشر ۾ ڪج نصيب وصال، دار دنيا ۾ عِزُجاه و جلال،

دل کي ڪر خاڪپاءِ درويشن انهيءَ سرمه سان دل جي اک روشن،

خادم خاڪپاءِ فقيرن ٿيان، جتي جوڙي سنئين انهن ڪيان،

آهيان بانهو فقير مدام، آهيان درويشن جي غلامن جو غلام،

جو هجي معتقد قلندر جو

لعل شهباز جي مٿي در جو.

سو دل و جان سان هي خريد ڪري، ۽ چمي تنهن کي نور ديده ڪري،

دائما پاڻ سان رکي شامل، تہ هجي درد ڪان سدا زائل،

ڏس قلزم اندر ڪوزه ڪيم، آهي فيض جو خزانو دلسوز ڪيم
آهي سنڌ ۾ جو قلندر نوري، والي سنڌ جو نہ مون آهي دوري
آهي ڏيندڙ فيض ۾ هر وقت، آهي رهبر والي وير هر وقت
جو ڪري جي لعل جي زيارت، لهي سو مطلبن جي خاص بشارت
جو ڪ شهباز جي زيارت لاءِ، ٿئي هن طرف ڏي قدم پيمائي
پاڻ سان آڻي هن رسالي کي، نہ بلڪ فيض جي پيالي کي
هي رسالو گنج آهي ناياب، پڙهہ تہ تون ٿئين طالبا ڪامياب
وندر دل جي ڪرڻ گهرجي، آهي پرنور، هي خريد ڪجي
هاڻي تاريخ هن جي ڻاهڻ جي، يعني جنهن سن ۾ تيار ٿيو بڻجي
ٻڌ صغيرا اجهوڪنا هاتف، آءُ ٻڌائي مون کي اجها هاتف.

حال في الحال سرسري تاريخ.

1322هہ

”مخزن راز“ رهبري تاريخ.

جڏهن هن رسالي ۾ هن مدح جي هڪ مصرع بہ آندل آهي ۽ مدح بہ بلڪل سهڻي ۽ وڻيل آهي، تڏهين ضرور ڏٺم هن رسالي کي انهيءَ مدح سان پچاڙيءَ ۾ آڻي سرفراز ۽ مشرف ڪريان نہ نہ بلڪ هن مدح جي موزونائي مون کي پنهنجي رسالي ۾ داخل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. تڏهين ضرور آندم تہ پلي شائقين هھڙي مختصر ۽ سهڻي مدح جي ديدار فيض آثار سان فائده گير ٿين.

# مدح حضرت شهباز بلند پرواز

بلاغت و فصاحت نظام جناب مقبول بارگاه خدا
ميان غلام محمد گدا

بسم الله الرحمن الرحيم

اي ولي الله جا شهباز نوري نامور
اي سچا سيد خدا جا راهہ جا تون رهبر
سرويستان محمد مصطفيٰ خير البشر
نورچشمِ مرتضيٰ موليٰ علي و لاگهر
اي حسيني دادلا کر کا نوازش جي نظر
عرض آءُ هي تو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

اي ولايت ۽ ڪرامت جي فلڪ جا آفتاب
حامي افتادگان، والا همم عالي جناب
مون جها ناقص نوازي تو لکين ڪيا ڪامياب
منهنجو پڻ لله ڪر هي سوال تون سگهڙو شتاب
اي حسيني لاڏلا کر کا نوازش جي نظر
عرض آءُ هي تو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

تون خدا جو اولياءَ لاريب آهين ذوالعطا
آءٌ سوالي تنهنجو آهيان سيد صبح و مسا
گوهر درج ڪرم اي شمع جملہ انبياءَ
واسطي حسنين جي ڪر منهنجي تون حاجت روا
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

لعل ڪيو لاهوت ۽ ملڪوت حق تنهنجو تمام
جلوه گر جبروت جو اسرار توتي صبح و شام
طالب المولىٰ توئي سر حلقہءِ هر خاص عام
تارڪ الدنيا و مافيها قلندر تنهنجو نام
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

لعل پنهنجو لطف ڪر مون تي بحق مصطفىٰ
هر دو عالم ۾ حمايت، منهنجي ڪر اي مقتدىٰ
ڪيم ڪر محتاج مونکي پنهنجو تون حق جي سوا
اي صغيفن جا اجها، اي بيڪسن جا پرجهلا
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

عرض منهنجو سڻ خدا ۽ مصطفىٰ جي واسطي
مرتضىٰ مولىٰ علي مشڪل ڪشا جي واسطي
حضرت زهرا ۽ حسن المجتبىٰ جي واسطي
سيد الشهداءَ شهيد ڪربلا جي واسطي
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان تو شاهہ کي شام و سحر

سيدنا صديق اڪبر باصفا جي واسطي
دادگر فاروق فائق رهنما جي واسطي
جنهنجو تون هم نام آ صاحب حيا جي واسطي
ساقيء ڪوثر امام الاتقيا جي واسطي
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءُ هي ٿو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر

آءُ غلام محمد گدا تنهنجو هميشه مدح خوان
تو گهران تو شاه کان هر لحظه امن و امان
هر دو جڳ ۾ ڏيو مونکي نامِ خدا عزت نشان
۽ محمد تي سدا ۽ صدق سين ڪلمون ڪهان
اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر
عرض آءُ هي ٿو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر

ختم شد